


مارچ 1928ع

پيرو مل مهرچند





# سورھ سنڌي ادب




صاحب خان ·سورھ· ميرائي

Cell No: 0344 3919786

0300 3404488

# ديباچو

هنڪان اڳ "جوهر نظم" نالي هڪ شعر جو ڪتاب ڇپائي پڌرو ڪيو اٿم، جو مئٽرڪيوليشن ۽ انگريزي ڇهين درجي جي شاگردن لاءِ ڪم اچي ٿو. اُنهيءَ ڪتاب ۾ رڳو ڇپيل رسالن مان "سُرن موجب" ڪافيون ۽ بيت ڏنا هئم؛ مگر هن ۾ ڪئترن اڻڇپيل رسالن جهڙوڪ دلپت صوفي ۽ اُنجي گروُ پيائي آسرداس، بيدل ۽ سنڌس پٽ بيڪس جي رسالن مان به چونڊ ڪلام "مضمون وار" ڏنو اٿم. شاهه لطيف جون ڪافيون جي سنڌس رسالي ۾ ڏنل ڪينهن، سي به ٿوريون چيديون چيديون هٿ ڪري، هن ۾ درج ڪيون اٿم. پڙهندڙن جي سهنجائيءَ لاءِ اهنجن لفظن ۽ جملن جي معني ۽ ڪئترن لفظن جو ڌاتو به ڄاڻايو اٿم ۽ هر هڪ شاعر جي حياتيءَ جو مختصر احوال به منڍ ۾ ڏنو اٿم.

هيءُ ڪتاب تعليمي کاتي وارن مٿين درجن جي شاگردن لاءِ درسي ڪتاب ڪري منظور ڪيو آهي، پر اميد ته عام خلق کي به گهڻو ڪارائتو ٿيندو.

ڪراچي، ١٥ مارچ ١٩٢٨ع

ڀيرومل مهرچند

# شاهه عبداللطيف

شاهه عبداللطيف مٽياريءَ جي سيدن مان هو. هو شاهه حبيب جو پٽ ۽ شاهه ڪريم بلڙيءَ واري جو ٽڙ پوٽو هو. سندس جنم سنه ١٦٨٩ع ۾ هالن تعلقي ۾ ڪٽياڻين جي ويجهو ڀٽي پور ۾ ٿيو هو. اٽڪل پنجويهن ورهين جي ڄمار ۾ ڪوٽڙيءَ جي حاڪم مغل بيگ ـ مرزا جي نياڻيءَ سان شادي ڪيائين؛ پر ڪو جيئرو جاڳندو ٻار ڪونه ٿيس. شاهه صاحب ڪامل درويش هو ۽ هن جهڙو شاعر نڪو ٿيو نڪو ٿيندو. سندس رسالي مان ظاهر آهي ته ڪيترن ملڪن جا سير ڪري، جدا جدا قومن جي ريتن ۽ رسمن مان واقف ٿي، هر هڪ ڌنڌي جا ڏکيا لفظ هٿ ڪري، پوءِ عجيب نموني ويهي جوڙي اٿس. ويس ۽ ورن به ڏاڍا ڪيا اٿس. ڪٿي ليلان ته ڪٿي سهڻي، ڪٿي مومل ته ڪٿي مارئي ٿي، آهي اُهي درد جا داستان ڪوليا اٿس، جو پڙهڻ سان پٿر به پاڻي ٿيو وڃي. هو پڪو صوفي هو پر مسلماني پريون به ڪندو هو. جوڳين جو سنگ به گهڻو ڪيو هوائين ۽ پاڻ چيو اٿس ته مون انهن وٽان گهڻو ئي پرايو. "مون پڻ ملا تن حاصل ڪي حال ڪيو" هن پنهنجي حياتيءَ ۾ هالن جي نزديڪ ڀٽ تي هڪ ڳوٺ پڌرو، جتي سنه ١٧٥٢ع ۾ صفر جي چوڏهين تاريخ وصال ڪيائين. هاڻ انهيءَ تاريخ، هر سال ڀٽ شريف تي ميلو

لڳندو آهي، جنهن ۾ اٽڪل پنج هزار آدم وڃي ڪمو ٿيندو آهي.



# سامي

سامي جي سلوڪن جو رچيندڙ ڀائي چين راءِ بچومل لنڊ شڪارپوري آهي. هڪڙي سائينءَ جو ڏنو سڳڪي هو، پر هو آتم ڏن هٿ ڪرڻ لاءِ ننڍي ڄيڄي ساڌ سنگت ڪرڻ لڳو. آخر مهنگوراج نالي هڪ برهمڻ سان پريچو ٿيس، جنهن مٿس ڪرپا جو هٿ ڌريو. انهيءَ گروءَ وٽان اٺن ورهين تائين وديا پڙهندي، هنکي لنءَ لڳي. هو پوءِ پنهنجي استريءَ سميت امرتسر ۾ وڃي رهيو ۽ چاليهن ورهين جي ڄمار ۾ ويراڳ ورتي ڌاري، هيءَ شلوڪ چوڻ لڳو جن ۾ ڪرم ڪانڊ، ڀڳتي ۽ ويراڳ جون ڳالهيون ڳلهائيندي، ترڀا ۾ وڃي ٺڊ روپ ٿيو آهي. اهي سلوڪ پنهنجي نالي بدران پنهنجي گروءَ جي نالي ڪيا اٿس ۽ هنجو تخلص "سامي" (سائين) ۽ "ڀانيڻ" جا ڏيو اٿس. ڀائي چين راءِ اهي شلوڪ ٺاهي، ڪاغذ ٽڪر تي لکي، مٽ ۾ وجهندو ويندو هو. اهڙين ڪيترا شلوڪ ڇپائين، پر سنڌيءَ ۾ ٿورا ڇپيل ڪيئن. سنڌس ويدانت متو هو. هو سنبت ١٨٠٠ ۾ ڄائو ۽ سنبت ١٩٠٧ ۾ پرلوڪ پڌاريو.

# سچل فقير

سچل فقير جو اصل نالو ميان عبدالوهاب آهي، پر سڀني ۾ مٽ مائٽ سچل سڏيندا هئس، ۽ پاڻ به پنهنجو تخلص سچل، سچو ۽ سچيڏنو ڄاڻايو اٿس. هو رانيپور سٽيشن کان ميل سوا پنڌ تي درازن جي ڳوٺ ۾ هجري سنه ١١٥٢ع ۾ ڄائو هو. اڃا ٻالڪ هو ته سندس والد ميان صلاح الدين وفات ڪئي، جنهنڪري پنهنجي چاچي ميان عبدالحق جي سنڀال هيٺ رهيو، جنهن حق جي راهه به ٻڌايس ۽ پنهنجي نياڻي به پرڻائي ڏنس.

سچل فقير اڃا ٻالڪ هو ته شاهه لطيف هن جي پيشاني ڏسي چيو هو، ته "اسان جيڪو ڪنو رڌو آهي تنهنجو ڍڪڻ هي لاهيندو." سچ پچ ٿيو به ائين. شاهه صاحب راز جي ڳالهه ڍڪي ڪئي آهي، ۽ ڪيترن هنڌ ڳجهارتن ۾ ڳالهايو اٿس، مگر ديوانو ۽ مستيءَ ۾ پاڻون پلٽيندو رهيو آهي. شاهه صاحب اونهو ويو آهي ته هي عرشين اڏامندو آهي ۽ ڪنهن کي خوب ملايو اٿس. هو سادو کائيندو هو، سادو هنڌ ائيندو هو ۽ صندل پاٽ تي سمهڻ پسند ڪندو هو؛ باقي طبلي يا سارنگيءَ تي هٿ لڳندو هو، ته بيخوديءَ ۾ اچي، اهو اهو ڪلام چوندو هو، جو ڪيا بات! سندس ڪيترو ڪلام پارسيءَ ۾ به آهي. هن نوي ورهين جي ڄمار ۾ ١٢٤٢ هجري ۾ وفات ڪئي. [illegible]

۾ سنڌس گاديءَ تي سچي قبول محمد ويٺل هو، جنهن ١٩٢٣ع ۾ درگاهه جي قبي تي نهايت عمدو ڪم ڪرايو؛ منارا به ٺهرايائين ۽ گنبذ مٿان سوني نيل به رکايائين. اهو ميناڪاري ڪم نهايت سهڻو آهي. سچل فقير جو ساليانو ميلو لڳندو آهي.



# دلپت صوفي

ڀائي دلپترام صوفي مهرن جي صاحبن ۾ ٿي گذريو آهي. هو اصل سيوهڻ جو ويٺل هو، پر پوءِ حيدرآباد ۾ اچي رهيو. سندس گرو ڀائي آسرداس هو، جنهنجو مايا بابت بيت مشهور آهي ته "آسو آکاڻي جڳ مڙيوئي سپنو." ڀائي آسرداس جو تخلص "آسو" ۽ "آسر" آهي، ۽ ڀائي دلپترام جو تخلص "دلپت" آهي.

ڀائي دلپترام سهڻي ۽ شاندار شڪل وارو هو. هو اڪثر کٽ تي وهندو هو ۽ پاسي کان تلوار رکي هوندي هئس. حشمت وارو به اهڙو هو، جو سندس اڳيان ڪنهن کي اجائي سجائي گفتگو ڪرڻ جي همت نه ٿيندي هئي.

هيءَ مڙس ٽوڪلي به اهڙو هوندو هو، جو هر روز سج لٿي کان پوءِ سمڌي پاڙي رکڻ هاڏڻ ۽ ڀاٽيءَ جا مٽ ڏلا اونڌا ڪرائي ڇڏيندو هو، چوندو هو ته "سياڻي جا ڀاڳ سياڻي سان." هو عابد ۽ زاهد هو، ۽ ڪمترو عمدو

ڪلام پارسي، اُردو، سنڌي ۽ سرائڪيءَ ۾ چيائين، تنهن ڪري ميرن تائين سنڌ س نالو مشهور ٿي ويو ۽ اُهي گهڻي عزت ڏيندا هئس. ميرن کان ڪجهه چڏائڻ تي اچي ها ته گهڻوئي چڏائي سگهي ها؛ پر هيءُ مڙس لاطمع هو ۽ بيپرواهه به ڪڙوئي هو. هڪ لڳا مير جو ماڻهو ڪونڻ آيس. هيءُ اُنوقت، پنهنجي موج ۾ ويٺو هو. مير جي ماڻهوءَ کي چيائين ته "تون چل مين نه آوسان؛ مير صاحب نؤن غرض هوسين ته آپهين اٿي آوسين" يعني تون وڃ، آءٌ ڪونه ايندس؛ مير صاحب کي غرض هوندي ته پاڻيهي هتي ايندو." هن بيپرواهه بادشاهه جو پائي ڪيسؤرام سپاهيملاڻيءَ تي هت هو ۽ هنکي پنهنجي گادي ۽ گهرواري جاءِ ڏڪاڻي سميت ڏنائين. پائي ڪيسؤرام کانپوءِ سندس پٽ پائي هريرام ۽ پائي آتمارام گاديءَ تي ويٺا. پائي آتمارام کانپوءِ سندس پٽ پائي انند رام گادي نشين ٿيو، جو ١٩٢٧ع ۾ گذاري ويو.

---

# بيدل ۽ بيڪس

روهڙيءَ ۾ ايترا پير ۽ فقير ٿي گذريا آهن، جو ڪيترن جا اُتي جي ماڻهن کي نالا به نٿا اچن؛ پر بيدل ۽ بيڪس جا نالا ننڍي وڏي جي واتَ ۾ آهن ۽ ادب وچان بيدل کي "سائين وڏو" ۽ بيڪس کي "سائين ننڍو" چوندا

آهن. هي ٻئي ڀيءُ ۽ ٻئي نامڪارا درويش ۽ وڏا شاعر ٿي گذريا آهن. ٻنهي کي ننڍي هوندي کان عشق جي چڻنگ، جسماني چولي اندر هئي ۽ ٻنهي عشق مجازيءَ مان عشق حقيقيءَ کي رسيا. ٻنهي ننڍي هوندي تڪليف وٺي وڃي شهباز قلندر جي زيارت ڪئي، ۽ ٻئي سچل فقير جا پانديرو هئا. ٻئي صوفي مت جا هئا ۽ ڪلام به نهايت سهڻو اٿن. ٻنهي جي ڪلام ۾ شاهه جي رسالي وانگر سڪ ۽ درد گهڻو آهي، ۽ سچل جي رسالي وانگر بيپرواهي ۽ مستي جهجهي آهي، پر بيدل جي رسالي جو مکيه گڻ آهي تلقين يعني سمجهاڻي. وحدت جي منزل جي هر هڪ ڏاڪي بابت بيدل فقير اهڙي چٽيءَ ريت سمجهاڻي ڏني آهي، جهڙيطرح ڪو اُستاد پنهنجي شاگرد کي اهنجن لفظن ۽ جملن جي معني جڳهءِ ٻر کولي پڙهائيندو آهي. سندس مرشد روهڙيءَ وارو مير جان الله شاهه هو ۽ پٽ جو مرشد ڀاڳ هو. "بيدل" جو اصل نالو ميان عبدالقادر هو، مگر عام طرح فقير قادر بخش سڏيندا هئس. بيکس جو نالو ميان محمد محسن هو ۽ سندس ڏاڏي جو نالو به اهو هو. "بيدل" ۽ "بيکس" رڳو سندن تخلص آهن. هي ٻئي پيءُ پٽ ٻين ڳالهين ۾ هڪ جهڙا هئا، پر سندن ٻاهرين هلت چلت ۾ گهڻو ڦير هو. بيدل کي ڪو سٺيو سلوڻو طعام ماندو هو، ته اُن ۾ پاڻي

وڃي، اٺين ۽ اوٺر ڪري، پوءِ کائيندو هو. ڪپڙا مهرا ڏيندا هئس، ته ڪار ۾ ڏولي پائيندو هو. ڏينهن جو ڪجهه وقت شاگردن کي پاڙهيندو هو، ۽ رات ڪائي جو وقت مراقبي ۾ گذاريندو هو.

بيڪس جي پوشاڪ نهايت جهڙي هوندي هئي. هو تنبا ط پائيندو هو، ٽري سان پٽڪو ٻڌندو هو ۽ دست ۾ گاڏهو رول ڪٽي گهمندو هو، جنهنڪري کي سندس گلا ڪندا هئا، پر پوءِ جڏهن مرس جي معتيا ڏٺائون، تڏهن سمجهائون ته رڳو لوڪ کان پاڻ لڪائڻ لاءِ هي ويس ڪيو اٿس. بيدل فقير ١٨١٤ع ۾ وصال ڪيو. سندس وفات وقت بيڪس جي عشق جي ابتدا شروعات هئي، پر هو گهڻو ڪونه ٽڪيو. بيڪس فقير پيءُ کان ٩ سال کن پوءِ ٻاويهن پنجويهن ورهين جي ڄمار ۾ ٥ رمضان ١٢٩٨ هه جي گذاري ويو.



# روحل فقير

روهڙي تعلقي ۾ ڪنڊڙي جو ڳوٺ اهڙو ماڳ آرو آهي، جو مٿس عمدي ڪافي ٺهيل آهي ته-

"ڪنڊڙي ۾ ڪلتار ڏٺو سون."

ڪنڊڙي شريف صوفين جو گهر آهي ۽ روحل فقير اتي جو آهي. روحل، غلام علي ۽ درياه خان اهي ٽڪڙ

گهر آهن. سچل جي هندي ٻولي اهڙي آهي، جو جيڪڏهن اُنهي سندن نالا ڇاپائيل نه هجن، ته جيڪر هر ڪو ائين سمجهي، ته هي ڪنهن هندو مهاتما جي واڻي آهي. "گرو جي مٺن شرن تمهاري آيا" - ڪير جيڪر چوي ته هي ڪنهن مسلمان جو ڪلام آهي؟ روحل جي گهڻي واڻي پنجابيءَ ۾ آهي ۽ سنڌيءَ ۾ تمام ٿوري آهي. سندس ڪيترو ڪلام سرائڪيءَ ۾ به آهي. مثلا

جنهن ڪون نينهن لڳا گهر اندر سا ڪيئون ٻاهر وتي،
جنهن ڪون تام برهه دي لڳي چرخي تند نه گهتي،
جا ڏي گل ٻانهن شهه سيندي سا ڪيئون چرخا ڪتي،
روحل رنگ تنهاند اگوڙها، جي عشق رڱڻ رنگ رتي.

مطلب ته ڪي بيت چرخن تي، ڪي پوربي بيت جوڳين ۽ ٻيا راڳين بابت چيا اٿس، ۽ سي حرفي ۽ شبد به چيا اٿس، پر اُنهن جو مزو اُهو ماڻي سگهندو، جو هندي، پنجابي ۽ سرائڪي ڄاڻندڙ هوندو.



## خليفو گل محمد

خليفو گل محمد جنهن "ديوان گل" ٺاهيو آهي، هو هالن پراڻن ۾ سنه ١٧٨٣ع ۾ ڄائو هو. هُو اُتي جي سانوڻي ماڻهن مان هو. جوانيءَ ته مجذوري سڄين صديءَ ۾

عربستان جي ٻني مقبل قوم مان جار قريشي آيا هئا، جن مان هڪڙي هالن ۾ مدرسو کولهو ۽ ملا ٿيو. انهيءَ ملي جو پڙهائڻ ڪنهن ڪامل کي وڻيو جنهن دعا ڪئي ته هن مدرسي مان ايترو خلق کي فيض حاصل ٿيندو، جيترو سانوڻي مينهن مان ٿيندو آهي. آخر اهو مدرسو مشهور ٿيو ۽ انهيءَ ملي ۽ سندس اولاد تي سانوڻي ملن جو ڏالو پهچي ويو.

ميان گل محمد جهڙو عالم هو تهڙو عابد ۽ زاهد هو ۽ ڪيترا سندس مريد ۽ شاگرد هئا. پاڻ ڪنگريءَ (روهڙيءَ) واري پير سيد علي گوهر شاه جو مريد هو، جنهن پنهن مريدن جي هدايت ۽ ارشاد ڪرڻ لاءِ کيس خليفي جي پڳ ٻڌائي، تنهنڪانپوءِ خليفو سڏجڻ لڳو. پڇاڙيءَ واري سال ۾ هو حج لاءِ روانو ٿيو. مديني منوره جي زيارت نصيب ٿيس؛ پر پوءِ مڪي معظم ڏي وينديءَ، واٽ تي وفات ڪيائين، ۽ اتي دفن ڪري ڇڏيائونس.

سنڌي الف بي جي قافين تي پوريائين پوريائين هن ديوان ڏاهيو. سندس ڪلام اڪثر تصوف جي باب ۾ آهي ۽ نج سنڌي لفظ تمام گهٽ ڪتب آندا اٿس، جن مان ڪيترا اهڙا آهن، جي شاه جي رسالي ۾ به ڪينهن. سندس شعر پارسي وزن تي آهي ۽ سٺو آهي. هن سنه ١٨٥٦ع ۾ وفات ڪئي.

# چونڊ ڪلام

• ڀاڱو پهريون شاه عبداللطيف جو ڪلام.

(شاه جو رسالو).

اول الله عليم، اعليٰ، عالم جو ڌڻي،
قادر پنهنجي قدرت سين، قائم آهه قديم،
والي، واحد، وحده، رازق، رب رحيم،
سو ساراهه سچو ڌڻي، چئي حمد حڪيم،
ڪري پاڻ ڪريم، جوڙون جوڙ جهان جي.

---

الله = جو پاڻ کان پاڻهين قايم آهي. عليم = علم وارو، ڄاڻندڙ. اعليٰ = سڀ کان مٿي يا وڏو (عالي = وڏو، مٿي) عالم = دنيا، جهان. قادر = قدرت يا طاقت وارو. والي = ڌڻي، مالڪ. واحد = هڪڙو. وحده = هو آهي هڪڙو. رب = ڌڻي (جمع "ارباب") حمد= ساراهه. حڪيم = حڪمت يا ڏاهپ وارو، ڏاهو جوڙون جوڙ = جوڙ مان جوڙ، ڏاهه يا ڪاريگريءَ سان بڻاوت.

# الحجا

١- الله جنهن نالوءِ، تنهن مون وڏو آسروءِ،
خالق تنهنجيءَ ڪاڻ، جو پرو پاند نه ڪوءِ،
نالو رب سندوءِ، رهيو آهر روح ۾.

٢- مٺو جنهن نالوءِ، تنهن مون وڏو آسروءِ؛
ڪو هر نام جهڙءِ، مون ڏٺا هر ڪهڙا نهاريا.

٣- جيڏو تنهنجو ڏانءُ، ڏاڍهه ڏر اوڏو ڏائي مڱا،
ري ڏنئين، ري ڏوٽئين، تون ڇهر ڏون ڇانءُ
ڪڇڙو ڪهانءُ؟ توکي معلوم سڀڪا.

٤- مڪر ڇڏ ڏاو، ڏاتو ڏماڪيءَ سين،
ڪوهي ڪميٽيءَ جو بگر ڏو ڀلو،
تنهنجو ڏانءُ ڀلو، وڏيءَ ويٺي آهيان.

---

الحجا = وينتي. نالوءِ = تنهنجو نالو. ڪاڻ = تعريف يا تحمل. پرو نه پاند = انت نڪو پار. پرو = پڇڙو. پاند = ڪنڌي، حد. ڪوءِ = ڪوئي، ڪو به. جهڙءِ = جهڙو، تو جهڙو. ڏوٽي = کعل ڪاڻي، سڃو ڏٺيو. ڏٺيو ڏوٽي = آڏان جهلو؛ (سٽنب = پختو ڪرڻ، جهلي بيهڻ) ڪڇاڙو ڪهانءُ = ڇا چوانءُ. بگر = بغير، ته اران، سواءِ.

٥- سِرُ ڪر سِعارِ، آءٌ اُڪَنڊي آهيان،
ڏکين ڏکڪار، ڏيکي پاند پڌام جو.

٦- وڏي سگهه، سڌ ٻاهه، ٻاجهن ڀريو آهين،
مون ڏانهن مهر لاهه، آءٌ ڏوهاري آهيان. (ڏهر)

٧- ڌاب تون جيڏو آهين شان شعور رسين،
موٽي ڪر مهنجا پرين توهه تسي تيڏو،
ائي ڪامل ڪم ڪيڏو، جنهن نوازيم نگاهه سين (ٻروو)

٨- جيڪي منجهه جهان، سو ڌاري ٿکي ڏهڪجي،
لطف جي لطيف چئي تو وٽ ڪمي ڪانهه،
عدل ڇتان آءُ ڏُر، ڪَڻو ڏيرُ، ڪجهه فضل جو (سراڳ).
(ڏل)- پرين شل ڏيرو ڪن جيڏو جياريو مهنجو جن
مون مسڪين مٿان پرين شل ڏيرو ڪن

سڌر = پڙدو، ڍڪ. پاند = پلؤ. شعور = هوش، فضيلت. تسي = راضي ٿي، (تسڻ- راضي ٿيڻ، تُٺو = راضي ٿيو). توهه = فضل، ٻاجهه. نوازيم - نوازش يا مهرباني ڪريم (مصدر - نوازڻ- پارسي نواختن)، ڌاري = پروسو، ٻاجهه. ڪمي = ڪمتي، گهٽتائي.

١. آءُ مٺي ڏان کھوري، ڄاڻب شال جيٺن،
٢. کھڻو اُڪنڊي آھيان سکھڙي سان لھن،
٣. سرتيون شاھ لطيف ڇٺي مٺڙا سي ماڻب ملن.

## سپرين جي صورت

١. * سھسين سج اُڀري چوڌاري چنڊن،
باللہ ري ڀرين، سڀ اونداھي ڀانيان.
٢. چنڊ چوان ء سجھ جي تون مٿين ۾ ڏاڍي،
ڪڏھن اُڀرين سڌھڙو ڪڏھن اُڀرين ڪُڄو،
مٿھن ۾ ڀريٺي مچھ، تو ۾ ڏاھ پيشاني پرين ء جي.
٣. چنڊ چوان ء سجھ، مر تون مٿين ڀانئين،
جو مٿھن ڀريٺي مچھ، سو پڻ مرڀريان جي ٿيئي ۾.
٤. ڪٿي نينڍ خمار، ماڻ ڄاڻ ڏاز ڪياڻون نظر،
سورج شاخون جھڪيون ڪڙو ماڪو قمر،

اُڪنڊي = اُڪ ڪنڊي، مٺي ڪنڊ يا ڪنڊ ڪٺي نھار ڀند ۾ يا واجھا ڪيندڙ، سڪ مان نھاريندڙ، سڪايل (اُڪنڊ = سڪ)
سھسين = ھزارين. باللہ = خدا جو قسم. مر = ڀلي، بلا شڪ. قمر = چنڊ.

* جي سؤ چندا اُگوھن سورج چڙھہ ھزار،
ايتي چانڻ ھوندي ان گرڏن گھور انڌار (آسا دي وار)

ڏارا ڪيئون تائب ٿيا هيڪيهڙي ڏمر،

جهڙو ٿيو جوهر، جا آب ۾ جمال سين.

٥- چوڏهين چنڊ اڀرين سهسين ڪري سينگار،

پلڪ پريان جي نه پڄن ۾ حيلن ڪرين هزار،

جهڙو ڏون سڀ جمار، تهڙو هم ھ وصف جو. (کنڀات)

٦- جيڪي ڏٺو مان، سو نه ڏٺو جيڏيئن،

گهر ورني سان، هوند کٽن کوري چڙهيا (سهڻي)

٧- ڏٺيان جي هڙوچ، مون جهڙن هوت ! ڪين سين

مونکي چيان لوچ، پا ڳان پيشيون چڙهن ڏن.

٨- آن جي ڏٺي جيڏيون پنهونءَ جي پا پوهر،

سمجهي ۽ صبوح، سورن ڏي سڄڪيون (حسيني)

(ڏل)- جيڪي ڏٺو هو مون آريا ڪي اوهان چڙها ڏٺو هو

١- اول نانءُ الله جو مرشد ناءُ مٺو هو

---

تائب = توبهه ڪندڙ. جمال = حسن، سونهن. گهر ورني سان = گهر مڙس سميت. ڏٺيان = ڏٺئو، توهان ڏٺو. چيان = چيئو، توهان چيو. آن = اوهان. پا پوهر = مرڪ، [پا پوهڙ = مشڪڻ، مرڪڻ] سڄڪيون = پريون، دمتار ڪيون. [سڄڪڻ = سڏڻ، پڙڻ].

٢. سڄڻ ڇڏي ڏارا ۽ ڪئيون، تڌهڪان تاب تکو هو؛
٣. مکڻ ماکي مصري تڌهڪان مٺاب مٺو هو،
٤. سو ٿيون شاهه لطيف ڇٽي مَن ۾ مٺاب اُڌو دو.

## هادئي جو حسن.

١. ڏاڙ مڌڄاران ڏکري جڏهن هر دن ڪري ٿو هڏڪ،
ڀون ٻڻ ٻسم الله ڇڏي راهه ڇهي ٿي رڌ؛
اُڀيون کهٽي اڌ ب سڻن ولي حو رون حيرت مڌڪ
سائين ء جو سوڳندڪ ساڄن سڀ ڏٺا سهٽو. (ٻروو)
٢. راڪي جي رهاڻ مان ڪو آديسي آيو؛
ڇوڙهين ء ماهه ڇڏي جڏن ڪيو سامي ء سهائو،
لٽو اونڌائو، جوڳي ء سڌڏي جوت سان.
٣. سڄڻ سڀاڪي جا ڪري سامي ء سائي روء؛
اڄي ٿي عطر جي منڄهان مڪت بوء،

---

تاب = تجلو [سنسڪرت "تاپ" - ڌاتو "تپ" = چمڪڻ، گرمي ڪرڻ] اُڌو = وڌو، وڌيو (اُڌڻ = وڌڻ، برسات وانگر). ڀڙن = ڀومي، ڌرتي. اُڀيون = ٻهڪيون. سوڳند = مڌهن، قسم. سڀڏڪا = سڀڏي ڪان.
آديسي = جوڳين جو قسم [آديس ڪندڙ]. سڄڻ ... ڪري = سڄڻ جهڪي صبح ٿي ڪري ٿو ٻيهي لائي.

سا ٿي پڪارئون جوءِ، جتان لاهوتي لال ڏيو (مومل)
(ٿل). جوڳي ڀداڙ، کهڙا آيل ڏڙي سدهدائيوالکيو لاهوتن سان
١- جوڳين ۽ جوڳي هيڪڙو جدهائي مدهن ۽ مٺيا
٢- سڀن هڏيائون سڃي، ۽ جاڻي ڪهڙا کهڙا ؛
٣- سرتيون شاهه لطيف چئي مرشد شال وڏان.

## هادئ جي همراهي

### (الف - ڪامل ڪشتيبان)

١- سيوڙو جن سڀان، وير نه وڙهي ٿن سين؛
توبهه جي تاڙير سين تري ويا طوفان،
ٿي ڀتي توڪل ٽڪيو آر لنگهيا آسان،
ڪامل ڪشتيبان؛ وڃه گڏين واهرو.

---

جوءِ = جاءِ، مڪان. جتان = جتان. لاهوتي =
لاهوت جي منزل کي پهتل، جوڳي (الوهيت = خدائپڻو).
سڀن هڏڻ = صدا يا آواز ڪرڻ (جتن فقير بکيا گهرڻ مهل
" آلکه " يا ٻيا اهڙا لفظ ڪم آڻيندا آهن. بنيادي معنيٰ
موجب " جنهن مان سڃاڻڻ ٿئجي " [نشاني]. سيوڙو =
شهوا ڪتي. ٽڪيو = ٽيڪ، آڌار. آر = وهڪ، تڪ.
ڪشتيبان= ٻيڙيءَ وارو. واهرو = واهر ڪندڙ، مددگار.

٢- ترِي ۾ تن ٿيا س، ٿا سڃڻون ٿاڪي وهي ۽
کوهو ڄهر جهنڊو ڏيهو لاڄو سڀ لڙهيا س ۽
جيلان سکر، سڪاڻيا س، وهي ٿي وهه ساهميين.
٣- سعا سپ ٿيئي ۽ سڌي معلم آهري ۽
ائين ٻڌ سڃاڻون ناکئا ٻڌي ر ڏام ٿئي ۽
جن جي سيد لڄ، ڪنئي، سي سپ لنگهيندا الڪيون.
(سراڳ)

(ڏل) - ٻا ر لنگهائيندو وچ، ٻيڙو يا ڏا ٻيڙيءَ وارا
ٻيڙي چڙهندا ن حاج جي سو ڏو سندس ڳن
ٻعط ڏ يدهه يس ٻا تهڻجو ٻا ر لنگهائيندو وچ

---

تن = ٽونگا، سوراخ. ڀاسڃڻون = ڀاسن ڪان.
کوهو = ڊگهو لڙهو جنهن تي سڙهه ٽڪيل هجن Mast ڄهر جهنڊو =
جهونو، پڳل تنل. لاڄو = رسيون [لڄ = رسي، نوڙي].
جيلان = جنهن لاءِ، جنهن سبب. سکر = سگهارو، برجستو.
سڪاڻيا س = سندس سکاڻي Helmsman. وهي = هلي.
ٿي = تنهن لاءِ تنهن سبب. وهه = وهڪ. معلم = جهاز جو
رهبر. (Pilot). ائين = اوهين. ناکئا = ٻيڙيءَ وارا، مهاڻا
[ناخدا- ناو = ٻيڙي ۽ خدا = مالڪ]. ٿئي = ڏيپ.
لنگهڻ = مشڪل ڏن ڪان ٻار پوڻ.

ٻڌر جي ٻازار ۾ ڪوهي سهڻو ڪم،
سرتيون شاهه لطيف جي ڇڳو ساڻن سڱ.

[ب - سوڌو سراڻي (انتهڪرن اوجاريندڙ)

١- اڄ آڳڙيا آيا سوڌا سراڻي،
پيا ري پاڻي، تيغون ڪندا تکيون.

٢- اڄ آڳڙيا آيا ساڌو ڪي سڄاڻ،
لاهيندا مورياڻ، رڪ ڪريندا ڀڪ رو.

٣- ڌن ۽ ڌن ۽ ڌمڪوار، اڄ ڀٽ آڳڙين جي،
ٻاري مچ مچاز جو اوتيائون اڱار،
ڌوڌياڻي ۾ ڌار، جم ڪاڇور ڪ ڪٽيون ڦٽي.

---

آڳڙيو = آڳ يا باهه تي ڪم ڪندڙ، لهار. سراڻي = سراڻ تي ڪم ڪندڙ [سراڻ تي اوزار تکا ڪندا آهن.] پاڻي پيارڻ = پاڻي ڪڍائڻ [آبدار ڪرڻ] تيغون = ترارون. ساڌو = اصيل، ڳڻوان (پراڪرت. اصل لفظ "ساڌو". ("شاهوڪار" اصل لفظ "ساڌوڪار"). مورياڻ = ڪٽ. ڌن ۽ ڌن ۽ = آواز [ڌنوڻ جو]. ڌمڪوار = ڌنوڻ جي دهل. اوتيائون = لڳائي وڌائون. ڌوڌيا = ڌنوڻ وارا. (ڌوڌي = ڌنوڻي). انتهڪرن = اندريان هٿيار. ڪٽيون = ذرا، پرزا، ڌنوڻيءَ سان ساندهه نه ڌنڱيو نه ڪاڇور ڪ ڦٽي ڪٽا يا پرزا ڪيندو). جم = سدا.

( ڏي ) تون ڏان ڏن ڏانءُ ڏيارڻھارا،
ٻڌڪ ھوءَ ھوءَ جا ھلڪارا.
وڄي اگر ڪوري ۾ ٻوءِ دونھن جا ڏڏڪارا،
ڦوڪيو ڦوڪجي ڏنو ڏيئون ڏس جھرجھرھي جھوڏارا،
وڄي لوڻ سنڌاڻ تي ٻوءِ چڻڪن جا چمڪارا،
آئي ھوءِ جي ھراڻ ۾ ڏس وڏائيءَ جا وارا،
سرتيون شاھ لطيف چئي عاشق تن اوڏارا.

مارگ

١- ڪوھي ات ڪوھيار، جت تو ٻوري ڀانيو،
ٻڌڪ ۾ ڪر ڀھار ڏي وجودئي وٽڪار،
ڏاريان ڀانئجي ڏار، ڀڄي پريان ڪر ڀاڻ تون.

٢- وڃين ڇو وٽڪار ھٿ نه ڳولين ھوت کي
اکو ڪيئن لطيف چئي، ٻارو ڇو ٻئي ٻار،

"ھوءَ ھوءَ" = آواز. ھلڪارا = آواز، ھڪل. لوڻ = لوڻ يا کار جو پاڻي (سنڌاڻ کي ھڪيندا آھن ته متر کن جي ڏکن ڪري سنڌاڻ پيئجي نه ٿوي) ڪوھيار = جام ڄڻھون (جبل ڏي رھندڙ). ٻوري = ٻوڙي. وٽڪار = نالو ڳوٺ جو (ڪھر ڏڙ جبل ۾). پريان = پرين جي (سنسڪرت "پريه" پيارو). ڪر = ڪل، خبر (ر ۽ ل متبا آھن)- ٻاروچو = جام ڄڻھون [ٻروچ ذات جو]-

ٿي سڻي ٻڪ سڌرو ٻرت ڀڃهون ۽ سڄڻ ٻار،
ڏانئڻي نيڻ ڏٺار، تو ھڏيرو دوست جو. (آبري)

ڏل - ڇا ڪي تون ڏڏو رڏن ٿي ڏيهه ڳولهج يار الڏ رھ؛
١ - مڪي مطلق نا وڃي، حاجي تون حجري ۾ ويهه،
٢ - ڀڙ رب پنڌ ٻري ٿيو سامهون سڌ ڙو ڏيهه،
سر ٿيون شاھ لطيف چئي مڇب ٻڪي اڇي ڀڃهه.

## من جو سياءُ [ ڇڏچال ڇانگو ]

١ - ڇانگي چئي چڪياس مٺان آڪ ڏ اُلهي،
جڏهن ول کهڻا وهانيا ان سڄڻ آرلڪياس ؛
چو ڏاري چڏن وڻ ٻڇي ٻڙ ڇ پياس،
رڏري رت ڪياس، من ڪڏاتوري ڪرهي.

---

ناڻڻي = نمائي، (ڏاڏو- نم = نمڻ]. نيڻ = اکيون. [جي هلائن ٿيون. ني = هلائڻ]. مطلق = پڻي ۽ بڌهه. حجرو = ڪوٺي [مسجد سان لاڳو]. ڇانگو = اُٺ. وهاڻڻ = هڻي ڀورو ڪرڻ، نهوڙڻ، غش ڪرڻ. [و- بلڪل، هت = هڻيو ن، ماريو. هن = هڻن، مارڻ.] [وهاڻڻ معني " زھر ڏيڻ" غلط آهي]. آر = شوق، چاهه. پوچ = جهڄها. ڪڏاتورو = ٻڙ ٻيڙو ا ڪ = خراب ڏاڏو = بنياد. [سڏاتو رو = چڱي سڀا ٻڻ وارو].

٢ - آڌي ٻڌم وڍ ڄاءِ، مان مڪڙيون چري،
ڪڏا ڏورو ڪرهو لکيو لاڌي ڪاڄ،
ان مٿي سڌ ڏي ماڻهن، موٽڪي ڳالهڙين ڳوڙها ڪيا.

٣ . ڏو نير، ڏم ڏاڏو ڏيون، پدرن پنڌ پياس ،
بغل ۾ بڪهاڙيون لڳين لوهه لڳاس ،
ڄڏهن سڄط ياد ڏياس، ڇڙ ڪ ڇڏائين هيڪڙي.

[ڏل] پسي ڳاڙها گل - مٿان ڪو گل چانگي
کي چا ردن،
ڪوٽ مٿاهون ڪڏڪرا ماڙيون ڏسي ڏا ڍل
هيرو موتي ماڻڪ ڏن جو ڪونهي مل،
ڳاڙها گل گلاب جا مٿون چوٽي ء ڦل،
ڏيندي ڏيهن قيام جي ڏاڍي هيٺ ڍل،
سرتيون شاهه لطيف چئي اڳيون پيڙ ۽ پل.

ڪرهو = اُٺ [سنسڪرت - ڪرڀ]. مهو = اُٺ [مهير] ڳوڙها ڪيا = منجها پيو، پريشان ٿيو، پندرهن = پندرهن پنڌ = رسا . بڪهاڙيون = وهٽن ڦاهو ڪرڻ جا زنجير . پيڙ = تڪليف . پل = پلڪار، ڏڪار [قيامت جي] .

# من جو وڪار

١- ڪوڙ ڪماءِ م ڪچ، الٽي اور الله سين؛
ڪڍ تون دغا دل مان صاحب وٽي سچ،
محبت سندو من ۾ ماڳ ڀار مچ،
ان پر اُٿي اچ، ته سوڌو ٿئين سُڦرو. (سراڳ)

٢- ڏمي ڪمي نهار تون ڏمر وڏو ڏکر؛
صبر ۾ سڀ سڪر، جي سڌواريا سمجهين.

٣- هو چُو ڏٺي تون م چوءِ وا ڏاڻ ورائي،
اڳر اڳرائي جو ڪري خطا سو کائي؛
پاند ۾ پائي، ويو ڪيني وارو ڪيڏڪي.

٤- مڌهن ته آهيريا نٿي اجرو قلب ۾ ڪارو؛
ٻهران زيب زبان سين، دل ۾ ڏهچارو،
اٿهر ويچارو، ويجهو ناهه وصال سين. [آسا]

٥- اندر رلاريون ٻهر پٽولا،
اهيءَ پر ڪا ٻڙي ڪڏهه ڇا ڪولا.

---

ان پر = انهي ريت. سُڦرو = سڦلو؛ [ڦلدائڪ]. ڪمي = ڪماڻ اري، سانت صبر ڪري. ڪمنو = بغض چائت، دشمني. آهري = آرسي. [آهيريا نٿي = آرسيءَ ڪان ٻه]. جرو = اُوجل، صاف. قلب = دل. وصال = ميلاپ [ٿڏيءَ سان]. پٽولا = ريشمي ڪپڙا.

٦- ٻهر ولاڙيون اندر ڀتولا،
اهڙيءَ ٻر ڪا ٻڙي، خدا جا گولا. [رامڪلي]

[ٿل] هُل ڪر درخت جي دستور،
ڇاڙپ لڳي ڇڳا ڇڻن، ميوا ۽ ٻيو ٻور،
ڪهاڙو لڳي ڪوڪ ڪري، درد ڪري سور،
وڍيندڙ سان وير ڪي، تو ڙي ٻڇي ڪري چور،
پاڻ جلائي ڇانءَ ڪري، ڏت ڏني تي ڏور،
سرتيون شاهه لطيف چئي، حاصل تن حضور.

## وطن جي حب

١- الله ايئن م هوءِ، جئن آءٌ مران بند ۾،
جسو زنجيرن ۾، راتيان ڏينهان روءِ،
ٻهرين وڃان لوءِ، پوءِ مر پڄندم ڏينهڙا.

---

اندر... ڀتولا = اندر گودڙيون ٻاهران ريشمي ڪپڙا. پيشگو - [١] "ٻاهر جاپ ٻوءِ اندر ڪاپ ٻوءِ". [٢] "اندر ٻڌ ٻهون ٻاهر آنٽ ان جو." (٣) "منهن تہ موسيٰ جهڙو سيرت شيطاني." ڪاپڙي = جوڳين جو قسم. ڇاڙپ = تڪ. لوءِ = ماڳ، وطن. مر = ڀلي. حاصل تن حضور = تن کي ڌڻيءَ جي حضوري حاصل ٿيندي يعني اهي ڌڻيءَ سان ملندا.

٢- سڏيءِ سڏيءِ سيڙهيو مون مارو سيئن ساهه،
وڃي ساريان سومرا گولاڙا ۽ گاهه،
هڏڙون منهنجو هُٿ ڏيو، هِٿ مٽي ۽ ماهه،
پکن منجهه پساهه، قالب آهي ڪوٽ ۾.

٣- مارن ڏاران ماڙين آءٌ جي ڇڏيان ساهه،
سري منهنجي سومرا قيد ۾ ڪريجاهه،
ساڻيهه ڏي سيد چئي، ڪلي ڪڍجاهه،
مارن مٿي ڏجاهه، تہ لوئيءَ جي لڄ رهي.
[ماروئي]

(ڦل) عمر ڄام اميرَ ڪيهي تقصيرون ڪيڙي
ڪي بند ٻاڪي بند مون جيتري لاهه زنجير

گولاڙو = جهنگلي ڦل جو قسم، رنگ جو ڳاڙهو ۽ ڪاڪِٺ ۾ سوادي ٿيندو آهي ۽ هٺان پچندو آهي. هُٿ = ملير ۾. هِٿ = آمرڪوٽ ۾. مٽي ۽ ماهه = خاڪ جو پتلو ۽ ماس (گوشت). قالب = بت. سري = سسي. ڪريجاهه = ڪجان ء. ساڻيهه يا ساڙيهه = وطن. اصل لفظ "سوديش" يعني پنهنجو ملڪ. ٻوءِ اچار ڦيرو ساديش- سا ڏيهه، ساڙيهه، ساڻيهه (ملير).

پٽ ڀريندي پس ڪيڏڪي لوئي اڀاڙي ليڙ،
ٻن ٽنهيجا ڇانو رڇ رمان ٻن ڪڇ ون ٽنهيجا ڪيڙ،
اڏا مڏهين ملير تي ساوا ڳيڙا ليڙ،
مون جيڏيون تہ ملير ۾ پيٽين ٻاڪ پٽير،
سرتيون شاهہ لطيف چئي ٻڌو رڪيم ڀير،

ٻاڳو ٻيو — ست واديون

# ١- طلب جي وادي

١- ڀڄيوئي ڏان ڀوُر، ڏا تہ ڀڄيڻ هوءِ ۾ ٻريڻ ڪي،
ڏو رڻ واديون ڏوُر، هڏ نہ آهين هوت ڪان.
٢- ڀڄن سي پسن، جڏهن ڏڏهن ٻريڻ ڪي،
ڏور پنديون ڏسن، اڳڻ عجيبن جا.

---

ليڙ = ليڙون ليڙون، ڇيون ڇيون. (ليڙ = اڳڙي).
وادي = ماڙي، منزل. شيخ فريد الدين عطار پنهنجي ڏاهيل پارسي ڪتاب منطق الطير ۾ لکي ٿو تہ عاشقن کي ڏونگر ڏورڻا پون ٿا ۽ انهن کي ستن ماڙين (منزلن) مان لنگهڻو پوي ٿو. "وادي" عربي لفظ آهي مگر اصل عبرانيءَ ۾ بنيادي معني اٿس "جا پڪڙيل آهي يا جا وراهي ٿي."
ڀوُر = هل (سنسڪرت. ڀرو = هلڻ (ڀرڻ يا ڀورڻ = هلڻ، ڪاهڻ، هاڪارڻ)

٣- ڀاڳي لاهه ڀڃن ۾، ٻيڙو ٿو هي ٻه سڃاڻي سڃو،

٤- سرتيون شاهه لطيف چئي، مون رب جو حڪم
مڃيو ڙي مڃيو ڙي مڃيو

## ٢- عشق جي وادي

١- ڊرڊئي تہ ڊار، ڦرڪ تہ لڳي انبرين،
هئي جي هٿن جون وڏون سڀ وسار،
سموري سرڪار، نيتي رکجهہ لاهه ۾ [آهري]

٢- ڀڃي ٻيڙڪن کي، سنڌيون ڪامڻ خوڙون،
آڻيو وڃن آڳ ۾ جي ٻه ٻيڙهاڃو جي،
جيري جڏهيڃجي لڪا نيزا نيڻهن جا.

٣- ٻيڙڪن چائين پاڻڪي، پسي مڃه ۾ موت،

---

انبرين = عرشين، سنسڪرت- "انبر" = آسمان. وت = شيءِ، وستو. هئي ... وسار - جن شين يا ڳالهين کي تون پنهنجو هٿن يا هستي هن جهان ۾ سمجهين ٿو سي سڀ وساري ڇڏ. سرڪار- ڪاربار، ڪم ڪار. لاهه - نه، نيستي، نابودي. (هي صوفين جو مت آهي؛ هي ڳالهه سڄي رسالي جو تت آهي تہ ڇڏ هن نيست نابود ٿيو تڏهن سچي هستي ملندي). چائين = چوائين.

سهائي سپيرين جي، کهڙ ته ڳڻين ڪوٽ،
اڄ ٿون اروٽ، خبر ڪوري ته لهين.

٤- مچ مچڻهين آهه ٻاهر ٻاٿ نه ڏکري،
ڇوڙ ته لڳي جاهه، ڪامڻان خبر ٿوي.

[يمن ڪلياڻ]

٥- نهائينءَ ڪان نيڻهن سڪ، مچڻهان سپرين،
سڙي سار وڌيڻهن، ٻاهر ٻاٿ نه ڏکري.

١- نيڻهن نهائينءَ جڻن ڏکيو ڪوهه نه ڏکيين؟
ڌڙ جيري ڇڏي ته رڃ ٻپچدا ڪڻن ؟
تون پڻ ڪريچرتڻ جڻن ڪديار ڪرن ڪرسين.

(رپ)

٢- ايڪ ڀيالو پر چڙا عشق نه ڪري ات،
مائين ڪين مياڻ ۾ ٻتي ترا ريون تت،
ائي پر آدي اُت، جعي ڏا تو ڏانهن جو.

---

سهائو = روشني اروٽ = اڻ ڏٺل، ڪچو، ٻي آزمودگار. جاهه = ٻاهه. ڪوهه = ڇو نه. رڃ = ٿانءَ ڪريچه = ڪچه. سنسڪرت ڪر = ڪرڻ. مائين - ماپن سنسڪرت ۾ "ما" - (١) ما پڻ - ماپ ڪرڻ، (٢) سما ئجڻ. مياڻ = ڪپ، ترار جو ڍڪ. پر = ريت. ڏانهن = نيستي، فنا جي حالت.

۸. ڪٿن ماڻهدا مون ۾ خوبي ۽ خدا ۽،
ٻن ٽرا رڳن جاء، ڪا نهي هڪ مياط ۾.

[يمن ڪليان]

۹. جي مٿي وٽ مڙن، ته سيڪڏهن سڪ ڳڻي،
سر ڏني سٽ جڙي ته عاشق ائين اچن،
لڏ اٽي لهن، ملهه مهانگا سهڙين [ڪليان]

[ڏل]. دست چڙهي ويڃي دل دلبر جي آڳاٽ آهه اڳاٽڪي،
۱. سيڪو پاڻين عشق سهانگو محبت چيز مهانگي
۲. هن سڌيءَ پنهنجو مٽ وڃايو نيڏهن ڪٿي آهه ڏانگي

---

جي ... مڙن = جڏهن مٿي ڏينهڻ سان ملن. سٽ = مٽ سٽ، عيوض. لڏ اٽي = قسمت سارو. (اٽو = لکيو، قسمت). لهن = حاصل ٿين. (سنسڪرت ۾ لڀ = هٿ يا حاصل ڪرڻ.) دست = هٿ. هن سڌيءَ ... ڏانگي = هن سڌيا ڏيءَ (يعني مون) پنهنجو مٽ وڃايو آهي ۽ نيڏهن مون نڪي ڏانگو ڪيو آهي. (عام طرح ائين سمجهيو ويو آهي ته سڌيا ڏي اها آهي جا مٽر يعني پردي ۾ ۾ رهي، مگر هيءَ چوي ٿي ته آءٌ عشق جي اثر سببان پردا پاسي ڪري ڏانگن ۽ انگي ننگي ٿي نڪتي آهيان).

٣- الله اولي آڻي هتان ٿي وطن سنڌو ڪو وانگي،
٤- سو ٿيون شاهه لطيف جهڙي، جهڙي ڪهڙن ٿا جهانگي.

سڪ (واءِ ٢ - هلندڙ)

١- سڪ تنهنجي سورڻ، جهڙن ترن تئن تار،
توهين رهيو روح ۾، تو تهين اکڙيان ٻهار،
ٻرين تنهنجي ٻار، مون وانجهائيندي ورهيه ٿيا.
(سهڻي)

٢- جيڪر اچي هاڻ، ته ڪريان روح رچنديون،
آئل ڏيولي ساڻ، هو ڏڪر لڳي ڳالهيون ڪريان.
(سامونڊي)

٣- اچي عزرائيل، سڪي جا ڳائي سسئي،
ٿي ڊوڙائي ڏليل، ته پڌهون ۽ ماڻهو موڪليو.

---

وانگي = پهر جهڙو. [وطن سنڌ و ڪو وانگي = ڳوٺ جو ڪو ماڻهو، ڳوٺائي]. جهانگي = جهنگ ۾ گذاريندڙ. جهڙن ... تار = جهڙن (ميهار ڏانهن وڃڻ لاءِ) درياهه ۾ ترن ٿي تئن سڪ وجهي ٿي تار يا چوڻان چوٽ ٿيندي يعني وڌندي. اکڙيان ٻهار = اکين کان ٻاهر. روح رچنديون = دل وڻنديون (ڳالهيون). ڳر لڳڻ = ڀاڪر پائڻ. ڳر = گل، گلي سان. ڏليل ڊوڙائڻ = خيال ويڙهائڻ، ويچار ڪرڻ.

٤- منڪر ۽ نڪير ڪي جڏهن ڏٺائين،
اکيان اُتي اُنکي پڇون پڇيائين،
اهڙا اڳائين ڪو ويو ساٿ سڄڻ جو. (آبري)

٥- جا ڏکي مُهڙ منڍ ڪي، جانڪي منڍ مار،
ڏکيءَ کي ڏي پڪار، ميڪر هوت اکين سين.
(معذوري)

٦- لڌي پڌري لباس، جڏهن جيڏي وئي ڪيو،
اچي آريءَ ڄام جو وڙ مڏهان واس،
مرون کيدم ماس، هڏا ملڪدا هوت ڏي.(ديسي)

٧- ماڙهو گهرن مال، آءٌ سپ ڏيهن گهران سپرين،
دنيا تهين دوست تان فدا ڪريان في الحال
ڪيس نامرادهال، پسڻ تان پوري ٿيو. [پورو]

٨- تان ڪا واني وار، دلاسي جي داسڙا،

---

منڪر ۽ نڪير = نالا ٻن فرشتن جا جي مسلماني اعتقاد روءِ قبر ۾ حساب وٺن ٿا. انکي = انهن کي. اڳاءِ = اڳائين، هئان. جانڪي = ياتہ. مهڙ = ملاءِ. کيدم = کائيدم. (کيڻ = کائڻ) ماڙهو = ماڻهو. فدا = قربان. في الحال = يڪدم، جهٽ پٽ. داسڙو = چنيسر جي ڏاب جو نالو [سومرن جي هڪ شاخ].

تون مڇڻ جو ولهو آهين تو ۾ طمعدار،
ڏکي ڏول ڪڌا، لکيا مڇڻ جي لوڪ ۾.
٩- ڏوليا ڏيل م مون، ڪانڌ ڪميڻي آهيان،
سڪ تنهن جي سپرين ڀيري وڃيس ڀون،
مون ور تو نهين تون، تو ور وهون ڪير يون.

[ليلان چنيسر]

١- ڪرڪو ڀيرو ڪانڌ، مون لماڻي جي نجهري
ٻرين تنهن جي ٻانڌ، ڏوليا ڏکي آهيان.

[ڏهر]

١- شمع ٻاريندي شب، ٻرم ٻاکون ڪيون،

---

ولهو = پيارو، پيتار. ڏوليا = ڏولڻ، سجڻ. ڏيل ڀڄڻ = ٽڪڻ، دل تان لاهڻ. ڪانڌ = پيتار، مڙس. (سنسڪرت - ڪانت = پيارو، مڙس. مونث ڪانتا - پياري، جوءِ جئن "چندر ڪانتا"). ور = پيتار، (بنيادي معنيٰ موجب "چونڊيل". اڳي "سويمور" ٿيندو هو يعني پنهنجي چونڊ پاڻ ڪندا هئا. "سويم" = پنهنجو ور = چونڊڻ.) نجهرو = پونگو، گهر. ٻاکون = شاخون (سج اڀرڻ کان اڳ آسمان ۾ روشنائي جون). "ٻاک" جو جمع.

موٽ مران ڪي ميندرا، راڻا ڪاڻ رب،
ڏھڻجي ڏات طلب، ڪانگ اُڏا ايم ڪاڪ ڏا.

١٢- ڪڻن ڪر موڙيا، ٽيڙو اُڀا ٽيڻي،
راڻو رات نہ آيو ويل ٽري ويڻي،
ڪھ سان ڪاڻي راتڙي ڏا ٻرين رئي پيڻي،
مولکي ڏن ۾ ڏيڻي، وڃي ڏوليو ڏيٽ قراريو.
[مومل راڻو]

ڏل- راڻل ڏو ٻڌا رات، مولکي ويڻي ويڻي ور ميرلکي ويا.
١- ڪوڙر چونڊ ٻڌ ٻس ڪاڪ ڏا ٻره، ڦٽي ۾ ٻرڀات،
٢- جھڙي ڦھڙي آھيان اوھانجي ڪھڙي ٻڇيوڙا ذات،
٣- سرتيون شاھ لطيف چئي ڏا ڏر ڏنڙيم ڏات.

---

ميندرو = راڻو سندس اولاد اڄ ڏاھ امرڪوٽ ۾
آھي ۽ مومل جي ماڙيءَ جو ويرانو بہ اُتي آھي.
ڪانگ اڏائڻ = ڪانگ جي اڏامڻ مان
سوڻ ڳڻڻ. ڪڻن ڪر موڙيا = ڪڻون لھڻ لڳيون.
ٽيڙو = ڏالو ٽن تارن جو جي ھڪ ٻئي جي ويجھو سنڌين
ليڪ ۾ بيٺل ڏسڻ ۾ ايندا آھن. ڪھ = ڪوھ ۾ پوي، ڪڏ
پوي. ڪاڻي = سڙيل، ڪارو. ڏنءِ = ڏنڻ، سھڪڻ.
ڏيٽ قراريو = ڏيٺ ۾ آرامي ٿيو. ڪوڙر = ڪوڙ گل.

## سڄڻ جا سنيها (وائي ٢ - هلندڙ)

١. آءٌ نه ڪتي پرين ۾ ڪي ٿون ٿو لهين سڄڻ،
آءٌ جي ڏينهن ۾ سنيها، سي ليکي پريان ڏيڄ،
وڃي ڪيچ چئجهه، ته ويچاري وات مٺي.
[معذوري]

٢. ناسيندي نظر، پهرين ڪچ پرين ۾ ڏئي،
قمر چئجه قريب کي نسٽ ٿي نٻر،
پيو ٻرو سو نه ٻر، اکيون اوهانجي آسري.

٣. جڳيان چڊ چئيجه، سنيها کي سڄڻين،
اڱڻ مٺي آئيري، پريان جي پڇيجه،
جهيڻوڳا لهائيجه، پهرين و ڏهي هٿڙا. [ڪنيات]

٤. ڪري ڪانگا ڪرنشون، پيري پرين ۾ پڇيجه،
آءٌ جو ڏينهن ۾ سنيهو، وڃ م وسارجه،

ناسيندي = اُڀرڻ سان. (ناسجڻ = اڀرڻ، ڪني ڪرڻ.) جڳيان = جڳيءَ طرح. سنيهو = نيهڙن جو نياپو. جهيڻو = آهستي، آرام سان. ڪانگ = ڪان ۽، بنيادي معنائي "جو ڪان ڪان" ڪري (سنسڪرت "ڪا نڪ"). ڪرنشون = نياز ۽ عاجزيون.

لله لڳ لطيف چئي، ڳجهو ڳالهائيج،
ڇُڄان ڦٽن ڇڄيج، ته ڪنيا ٿا خوش ٿين.

۵ - ڪانگل نيئي ڪانگ، منهنجي ڏي محبوب کي
لالن لائي م ڏي پڌڙا ڪڍهن سنٽاڻي سانگ،
اوهان ري اڏانگ، ويٺي ورهه وسائيان.

۶ - ڪيئي ڪانگا تو ڏيان، مٿون ساڻ ٿين،
وڃي ڪاهه ولات ۾، اڳيان عجيئن،
پرين مان پڇين، ٿين قرباني ڪير ٿي؟

[پورب]

---

لله لڳ = خدا جي واسطي. ڇڄان = ڇوان (لاڙ جو لفظ). ڪنيا ٿو = ڪانءُ. ("ڪٿين" يعني خير سلامتيءَ جي خبر آڻيندڙ). ڪانگ = ڪانءُ جي هٿان موڪليل نياپو. ڪانگهون ڀُڌڙائڻ = تڪڙا نياپا موڪلڻ (ڪانءُ جي چهنب ۾). سنٽاڻي سانگ = لاچاري سبب (سنٽاڻو = مضبوط، ڏاڍو. سانگ = سانگو، سبب). اڏانگ = اڏانگي، ڏکي، ورهه = وڇوڙو (سنسڪرت "و" = پري، ڌار + رهه = ڇڏڻ، ٿيڻ). ورهه وسائڻ = وڇوڙي جي برسات وسائڻ، زار زار رئڻ (عشق جو آگم لائڻ).

اُٺ ڌرآريءَ ڄام جا اُٿي ويا منهنجو ساٿ اڏيون،
ڪاهيندس هٿن سان ڪٺي ڌر ڏيو مون لِکي
ڪات اڏيون،
وڙيندس وڻڪار ۾ ٻر ۾ ڦٽيءَ ٻرپات اڏيون،
سرتيون شاهه لطيف چئي مرشد ميلي حق
پاڪ اڏيون.
(ڏُل) هت ڌراسانجو هيڻو حال ڌوکي ڍدهنجا سانگ سيباڻا
آءُ ڌر اوريون پاڻهِ دل جا حال احوال،
چڙهي جبل جو ڏيهين پاڻ ڪندس پائمال،
روئي رڳيندس رت سين لڪ ڪندس سڀ لال،
سرتيون شاهه لطيف چئي ڪريو ڀلائي ڀال.

## ٣- معرفت جي وادي

١. پاڻ پرڏو ڀاڱِڪي طالب سٽجه تون،
ڏڪا هان نه هوُن ۽ ٻرڏا سڀ ڀاسي ڏيا.

---

وڙيندس = گولهيندس (مصدر "وڙڻ، وڙڻ") سانگ (١) سانگا، ڪم ڪاريون، لاڳاپا؛ (٢) ماڳ، مڪان. سيباڻا = پسند آيا، وڻي ويا؛ پائمال ڪرڻ= پيرن سان چٿي ڇڏڻ، نابود ڪرڻ.

٢ - سرمو سعيديءَ جو جڏهن ڏٺو جن،
ڏٺن ڏٺي ڏن، اڃائي عالم ٿيو. (آسا)

٣. پرين پسايو پاڻهنجو نظارو ناگاهه،
لکو ڪٽ قلوب ٿيا، سرهو ٿيو ساهه،
اميدون ارواح، پرين پسندي پڄيون.

٤. ڍٽ ڍري پٽ پڌرون ٿيا ولهارين وڻ،
شمس قمر ٿر پاڙيان سيڻن جي شبيهه،
جي جاني اندر جيءَ، سي پرڻين پٺي ڪهر آئيا.

## ٤- ٻٻر واهيءَ جي وادي

١- اوتڙ ڪڏهن نه اوليا ستڙ ويا سالم،

عالم ± جهان؛ پرين = محبوب (مذڪر، پيتار)؛ ناگاهه = اوچتو؛ ڍٽ = واريا سو ملڪ - ٿر. (ڍاٽي ± ڍٽ جو رهاڪو)؛ ڍرڻ = هيٺ هلڻ؛ پٽ = ڏاڍي زمين. ولهار = ولين سان ڇانيل پٽ (غير آباد زمين هو). وڻ = چراگاهه. شمس = سج؛ قمر = چنڊ؛ شبيهه = شڪل. اوتڙ = اڄڙو يا ڏکيو تڙ، اوليو = ڏکي ويو (اولڻ = ڏکڻ. اولڻ معنيٰ "ڦاسڻ" يا اڙڻ به آهي جئن "آءٌ تو مان چو اڇي اوليو آهيان"). ستڙ = چڱو تڙ (سنسڪرت "س" چڱو + تٽ = ڪنارو، ڪنڌي). سالم = سلامت.

هيڪائي هيڪ ٿيا احد سين عالم،
بي ٻيا بالم، آڳي ڪيا اکين.

۲. آڳي ڪيا اکين دسو روئي دور،
”لاخوف عليهم ولا هم يحزنون“ سچن ڪونهي سور
مولئي ڪيو معمور، اننگ ازل ۾ انهجو [ڪلياڻ]

## ۵- وحدت جي وادي (ادويت)

۱. ايڪ قصر، در لکہ، ڪوڙين سهس ڳڙکيون،

---

هيڪائي هيڪ ٿيا = هڪ ئي هڪ ٿيا [۲] هڪڙائيءَ ۾ هڪ ٿيا. احد = واحد، هڪڙو (ڌڻي). عالم = علم وارا. بالم = [۱] ٻيڙو واهہ [۲] محبوب، پيارو (سنسڪرت "ولڀ" = پيارو- ولڀ آچاريہ ۽ ولڀ داس نالا ساڳي ڌاتوءَ مان). آگو = ڌڻي- مالڪ. اصل لفظ آغا- پارسي آقا. لاخوف... = نڪو خوف هوندو (اوليائن کي) نڪو هوندو ڏک (قرآن شريف مان). حزن = ڏک. معمور = آباد، اڏيل. اننگ = نشان، ورڌ اڻا جو اننگ، لکيو، قسمت (سنسڪرت انڪ- لاطيني uncus) ازل = آد، شروعات. انهجو = انهن جو. قصر = ماڙي، محلات. ڪوڙين = ڪروڙين. (سنسڪرت ڪوٽ يا ڪوٽي). سهس = هزارين.

جيڏاھين ڪريان پرڪ، تيڏاھين صاحب سامھون.

٢- سائي صورت عين ڪي سائي صورت غين،
سمن نقطا دور ڪرو تہ اوءِ عين ڪي عين.

٣- پراڏو سو سڏ، ور وائيءَ جو جي لھين،
ھتا اکھين کڏ، ٻڪ ڀرڻ ۾ ٻہ ڏيا. (ڪلياڻ)

٤- ڀائي ڪان ڪمان ۾ ميان مار م مون کي
مون ۾ آھين تون، معان تدھ جو ئي توکي لڳي.
[يمن ڪلياڻ]

٥- ڪل ڪل ٻسي گودڙيا گھٽا م ڀا ڏسيجن،
سوئي سچا ڄاڻيجن، ھي ڏو آھي ھيڪڙو.
[رامڪلي]

---

پرکہ = تپاس، جاچنا، ڪڏھن طرف نگاھ يا نظر. (سنسڪرت پري - چوڌاري + ايکش = ڏسڻ) سائي ... غين = جھڙي شڪل "ع" جي تھڙي "غ" جي آھي. سمن = نالو ھامر جو. عين=ع (عين = صاف). پراڏو= آواز جي موٽ، پڙلاءُ. ور وائيءَ جو =ڳالھ جو وٽ يا پيچ، ٻوليءَ جي رمز، گودڙيو =گودڙي يا ڪمبل [فقير].

٦- ساڄڻ سا سهڻي، ساڳر پڻ سوئي،
آهي ڏنجو ئي، ڳجهه ڳجهاندر، ڳالهڙي (سهڻي)

## روح رهاڻ [وائي ٥ - هلڊڙ]

١- پيهي جان پاڻ ۾، ڪيم روح رهاڻ،
ڏر نڪو ڏونگر ڏيهه ۾، نڪا ڪيچين ڪاڻ،
پنهون ٿيس پاڻ، سسئي ٿان سور هئا.

٢- ويٺي سوڌي سسئي، جي پنهون ٿيس پاڻ،
سيڌي جي سيد چئي، آهي اُت اماڻ،
پنهور جا پاڻ، آڏا عجيبن کي. [آبري]

٣- ڪيڏانهن ڪاهيان ڪرهو چوڌس چٽاڻو؟
منجهئين ڪاڪ ڪڪوري، منجهئين لڏاڻو،

ساڄڻ = پيار جو نالو بنيادي معني جو ساڻ هلي يعني پيارو، دوست. ساڳر = درياهه [سنسڪرت - ساگر]. ڳجهه ڳجهاندر = ڳجهو ڳجهه، لڪل راز. سسئي ... هئا = سور تيستائين هئا جيستائين مون پاڻ کي سسئي ٿي سمجهيو؛ سسئي مٽيو سور رهيا. اماڻ - روانگي. پاڻ = گهر، جاءِ ون، پيڳا؛ ڪرهو = اٺ؛ چوڌس = چئوطرف. چٽاڻو = چٽائي، صفائي، چٽسالي. ڪڪوري = ڳاڙهي ٿي: لڏاڻو = نالو شهر جو. (جيسلمير کان پنجهه ڪوهه پري آهي.)

راڻو ۽ راڻو، ري ء راڻي ٻيو نام ڪو.

٣- ڪيڏانهن ڪاميان ڪرهو، ڇڏيا ڪو ڇو ڪار؟

منجهائين ڪاڪ ڪڪوري منجهائين باغ بهار

ڪانهي ٻي تنوار، ٿيو مڙيوئي ميڊرو.

[مومل راڻو]

٤- اسين سڪون جن کي سي ٿان اسين ڀاڻ،

هاڻي وڃ گمان، صحي سڃاتا سپرين (آسا).

## ٦- حيرت جي وادي

١- ڪاڇا ٻر ٻرين، تر سا سڃي تر ٻڏي،

معنون سڀ منجهان، اهڙي ڏٺي قضيتي.

٢- حوصلو حيرت ۾ وڃي ٿيو ويڇون،

محبت جون ميڇون، ڪور ٻر وڙي ڪيڏڪي.

٣- حوصلو حيرت ۾ ويڇون ٿي ويو،

حسن حق سندو، ڪور ٻر وڙي ڪيڏڪي.

[آسا]

---

تنوار = آواز، سرندي جو آواز، ٻولي، ذڪر.
ٻر = ريت، دستور؛ سڃي = ٻڏي (مصدر سڃڻ،
سنسڪرت شرت، ڏاتو شرو = ٻڏڻ) ويڇون = ٻرزا
ٻرزا (سنسڪرت وڇد- و = ٻلڪل + ڇد = ڇنڻ،
پيهڻ؛ ڏڪر ڏڪر ٿيڻ) ڪور = الڪو.

# ٧- فنا جي وادي

١- نابودي ٿيئي، عبد کي اعليٰ ڪيو،
صورت ۾ مخفي ٿيا صورت پڻ سيئي،
ڪثرت اُت ڪيهي، ڳالهه پريان جي ڳجهه جي.

٢- جن وڃايو وجود کي، سي فاني ٿيا في الله ۾،
نه تن قيام نه قاعدو نڪو تن سجود،
جيلانهن ٿيا نابود، تيلانهن رسيا بود کي. (آسا)

٣- جنت سندين جوءِ، فائق مليا فردوس تي،
فاني ٿيا في الله ۾ جوءِ سي ڪَنّيا هوءِ،
رب ٿي يڪارين روءِ، انهن جي احسان ڇوي.
(ڪيڏارو)

---

نابودي = نيستي، ذات يا فنا جي حالت. عبد = ٻانهو، غلام. اعليٰ = سڀ کان مٿي؛ مخفي = ڳجهو. قيام = نماز ۾ بيهڻ (قام = بيهڻ). قاعدو = قعد، قعود، نماز ۾ ويهڻ. سجود = سجدو، سر جهڪائڻ. جيلانهن = جنهن لاءِ يا سبب؛ تيلانهن = تنهن لاءِ يا سبب. بود = هستي، هجڻ. جنت = بهشت. جوءِ = جاءِ، مڪان؛ فائق = اڳرا، مٿين درجي وارا. فردوس = بهشت؛ في الله = ته ٿيءَ ۾. فاني = فنا، نابود، محو، ايتري قدر ملي هڪ ٿي وڃڻ جو پنهنجي هستي وڃائي ڇڏڻ. بود = هستي.

ڀاڱو ٽيون ساميءَ جا سلوڪ

# سنگروءَ جي مهما

١- ستگر جهڙو شاهه، ڪونهِ ڏٺو سين ڪا ٿئين،
ٻڌي ڏٺو جنهن ٻو ربي آتم ڌن اٿاهه،
ڏکي ٻچڙا ٿين جات ٻات ڏکي ٻچڙائين رام،
ڪري من اڇاهه، سامي ڇڏيا ٿين ڇن ۾.

٢- ستگر جي صفت ڪهڙي ڪريان مکهه سان،
ڪٽي جنهن اندر مون سامي سڀ ڪمت
سنسو رهيو نه هيءَ ۾ ٻيکونت آيو هٿ،
مايا مڌيه مڪت، آئي ڪلپت ڪال ڪون.

٣- ستگر جو اپڪار، ڪهڙو ڪٿيان مکه سان،
جنهن لکايو گهر ۾ ساکي سرجڻهار،
وسيو ميگهه مهر جو لن لن ڪئي ٿهار،
سامي سڀ سنسار، سماڻو سروپ ۾.

---

آتم ڌن = آتما جو ڌن، روحاني دولت. اٿاهه = جنهن جو ترو يا انت نه هجي، اپار. اڇاهه = چاهنا کان رهت، خواهش کان آجو. ڇن - کن، پل. ڪمت = ٻچڙي مت (ڪ = خراب.] ڪلپت = ڪوڙو، خيال. مکه = منهن، وات. لکايو = لکه يا چاڙهه وڏي، چا ڏٺو. ميگهه = مينهن. لن لن - بت جو هڪ هڪ وار؛ رگ رگ.

٤- جڏهن ٿي ٿڌاري، سامي ٻڌ رو سنگرو،
تڏهن تنهنجي مهر ميا سان لنءُ لنءُ سڀ ڏاري،
ڏار مڏجهون ڏاري، ڏيئي هٿ همت جا.

## ساڌ سنگت جي مهما

١- آهن اڳم اپار، راهان رام ملڻ هون،
تن سڀني ۾ هڪڙي ساڌ سنگت ڏوار،
سامي ملي تڏهين سان ڪرين پريم پيار،
تہ دوست جو ديدار، ڏسين پيد پورم ري.

٢- وڏي وڏائي ساڌ سنگت ڪر ڪيات جي،
ڪوڙين مڏجهون ڪو هڪڙو سمجهي ڪريائي،
جڏهن ملي مهد جن سان ڪل ڪل مٽائي،
سامي سدائي، پرچو رهي پاڻ ۾.

---

ڏار = ڏار ڏاڻي. اڳم = جنهنجي گم يا جاڻ پڇجي نہ سگهي- بنيادي معنيٰ جنهن ۾ وڃي نہ سگهجي (ا- نہ + گم — وڃڻ)؛ اپار = بيشمار- بنيادي معنيٰ جنهنجي پرين پر نہ هجي، (پار = پرين پر)؛ گر = گرو، گيان = جاڻ، (گيہ = جاڻڻ)؛ مهد جن = مها پرش؛ ڪل ڪل = ڪڙ ڪڙ [من جي].

۳. جيڪي سرڻ پيا، سامي ساڌ سنگت ۾،
تن جا پوري سنڪلپ، ڪارج سڀ ڪيا،
ويري مٽر ٿيا، همت ڌر رهي من ۾.

۴. پلي ٿيڙا ڪا ڇڏهن، آهي ڪهڙ اپار ڪون،
پوي سڀ سروپ ۾، ڪرپا ڇڏا ڪٽڻ ؟
ڪا رتي هري ڌر، ٽٽي ڇڏا پاڙي ۽ ميڏهن،
ساڌ سنگت جي ليڏهن، سامي ڪارج سڀ ڪيا.

## گرمکه

۱. گرمکه سو آهي، جو رهي گرگيان ۾،
پي پيالو جاڳي ڪاڏر ڪا سنڪر جي سعي،
جاڳ و جاڳي پاڻهنجي لن ۽ لن ۾ لدو لائي،
ڏڏهن تي وسائي، سنڪر ميگهه مهر جو.

۲. گرمکه پد پائي، ڪڌهڪي سلي ڪيڏڪي،
اڳتي پهر اٿ ر ۾ پيو سامي سارائي،

---

سرن = شام، اجهو. ڪارج = ڪم. مٽر ≘ مائٽ
هري ≘ سائي، سبز. گرمکه = جنهنجو منهن گرو ڏي آهي، جو گرو جي وچن تي هلي. لدو ≘ پريم، پريت. ميگهه = مينهن، برسات. پد = منزل (خود شناسي يا پاڻ سڃاڻڻ جي). سارائي = واکاڻي.

جهڙن گهڙي گهوڙائي، مشڪي ڪشڪي ڪيڏڪي.

۳. گرمڪ جي گاهي ازل جان آڪاس ۾،

هارجيت نه ڪر سگهي ڪو اگم آلاهي،

ڇڙهي ٽڌهن ڇوٽي ۽ ٽي ٽيڙ سهجي سمادي،

لڳ ائين آدي، سامي سک سروپ جو.

## سچي سهاڳڻ

۱. سهاڳڻ سائي، جا پرين ۽ پرچي ڪڍي پانهنجي،

پدا هار سيدگار جي ڪسم کي پائي،

ڪيڙي ڳڙيان مڪر سان تنهنجي وڃائي،

سامي سدائي، ملي رهي محبوب سان.

۲. پکوڙت کي ڀاڳي، آءُ سهاڳڻ سا چوان،

---

آزل = ڏالو پکيءَ جو، جو چون ته سدائي آڪاس ۾ گذاري ٿو ۽ هيٺ نٿو لهي. جان = جيان، وانگر. آلادي = ملندڙ، نرالي. سهجي = سهنجائيءَ سان پاڻمرادو (سهج — سا ط + ج = جون - جاڳڻ، پيدا ڪرڻ). سماڌي = سماڌ ۾ ٿيان لڳا ئيندڙ. آدي = آد جو. ڪسم- خصم، پيار، مڙس. پائي = وٺي، پسند آئي. ڀاڳي = وٺي. سهاڳڻ = مڙس واري (اصل "سهاڳڻ").

رکي نيڻ نيڻن ۾ نرکي نماڻي،
ساهرن ۾ ڏيکن ۾ سهجي سيباڻي،
سا راڻين جي راڻي، سامي ماڻي سهج سکر.

٣. چوٿين رجهايو ڪنت، آءُ سهاڳڻ سا چوان،
سدا سکپت سيج تي کيلي ڪنت بسنت،
پائي سک بي انت، سامي سلي ڪيڏڪي.

## ڀڳتي

١. وڏي وڏائي، سامي ڄاڻ ڀڳت جي،
نيچ اوچ ڏيا ڪيترا ڪري ڪمائي،
ڍيڍ، چمار، جولاها، ڀيڃارا نائي،

---

نرکڻ = ڌيان ساڻ يا چتائي ڏسڻ (نريکشڻ). سيباڻي = وڻي، پسند اچي. ڪنت ... مڙس، پريتم (مونث ڪانتا = جوءِ). سکپت ... سک ڏيندڙ (منزل جو نالو - جاڳرت، سپن، سکپت ۽ تريا اهي چار منزلون يا اوستائون آهن. سکپت ۾ آنند پراپت ٿئي ٿو ۽ تريا ۾ جيو آتما پرماتما ساڻ ملي هڪ ٿئي ٿو]. بسنت کيلڻ = هولي ملهائڻ. نيچ ... ڪمائي = ڪيترا نيچ ذات وارا ڪمائي ڪري اوچي درجي کي پهتا. ڍيڍ چمار = روداس ڀڳت [ذات جو چمار]. جولاهو = ڪوري (ڪبير ڀڳت]. ڀيڃارو = دادو ڀڳت. نائي = سين ڀڳت [ذات جو نائي].

جدي لڌو لائي سي سيپڙيءَ سڳ رهيا.

٢. پڪت مڇهه پکوڙت، جٿن ڳڌڻ ڦلن ۾،
ڪوڙ ڏين ۾ ڪوڪڙو سمجهي سڌت مهڏت،
جو ڪلهت ڪيڏي جي ڌمون سامي ڳتي پلوڙت،
جدهڙجو آهه نر ادت، سو ڏيو ڏاڍين ڏيهه ۾.

٣. بدا پکت پکوڙت، ڳالهيون نسب ڪوڙ يون آڳي،
ويد پران سڳ ديوتا پڇي ڏمس ڪر سڌت،
ناري پالڪ نر جٽي بدا ڪرپا ڪڌت،
سامي سدا اڇدت، پرچي ٽيو پرڏين ۾ سان.

## پريم

١. پريم ورائي پد ۾، ڪڌهين پاتو ڪيڏڪي،
وچي پڇه تني ڪون جن پيتو مڪهمت مد،

ڳڌڻ = بوءِ [سڳڌڻ = خوشبوءِ. درڳڌڻ = بد بوءِ].
ڪلهت = ڦرڙو. ڏيو = ديو، ديوتا، ڏٽي، جوتي سروپ
[دو = چمڪڻ]. ناري = زال. اڇدت = ڇتا يا ڳڙهي
ڪان آجو. سڌ = جن جي هٿ ۾ سڌيون يا ڪرامتون آهن،
ڪرامت جا صاحب. ورائي = سوائي، بنا. مد = مدرا، شراب.

مائل ڏٺا مهراڻ ۾ ميٽي ڏڪر ڏره،
اڏيٺي انهد، سامي ڀڳن سمر ڏي.

٢. ڪوجي ڏ لڳو ڪوج ٻرڄي ٻرهم لڳر جو؛
ڀُڳ ائين ڀاليط جوي تڏهن ۾ سهج سروج،
ڪٽي ستياڻين سرتون سپ ڀيائي ڏ جو ٻوجهه،
هر ڏي مدنجهه هروج، ڏرسن ڪري ڏوس جو.

٣. محبت مست ڪري، عاشق ڏيان اسگاهه ۾
ٻرڄي ڪيائون ڀانهنجو سامي ڀٽ ڀري؛
ڏسي منهن محبوب جو ويٺا ڏيان ڌري؛
پرين پاڻ ٻري، ڏئي پيالو نور جو.

---

مائل = لاڙو رکندڙ. مهراڻ = وڏو درياءُ، سمنڊ.
اڏيٺي = جنهن ڀائي نه سجي، وحدت يا ايڪتا
وارو [ ا = نه. ڏيٺ = ڀائي، ڏو = ٻه ] انهد =
جو ٻيجي پري نه، سدا سلامت [اونڪار جي ڌن]. انحد
= جنهنجي حد ڪانهي. سمر = سڪندڙ. ڪوجي =
خوضي. ڪوجنا ڪندڙ؛ طالب. ڪوجه = خوض. سروج = سرود.
ٻوجهه = ٻوجهو؛ ٻوجو هروج = هر روز؛ ڏهاڙي. ڏوس = دوست
اسگاهه = اڳاهه [بيحد منزل]. ڀٽ = پرده.

٤. ٻڙجهي ٻيائو، سڀڪو ڏٺو سار جو،
ممتا رهي نه من ۾ ڏٺو مگن متوالو؛
چڙهيو آتم سوُر جو لٿيءَ اجالو؛
نرمل نرالو، سامي رهي سنسار ۾.

## شبد

١. نرڀيءَ نگارو، اڪٿ وڄي ٿو آد جو؛

سار = تت، موُل (آتم گيان) ممتا = دنيا جو موهه (مم - منهنجو + "ت" ۽ "تا" پڇاڙيون آهن جن ته "چيتن" مان "چيتنتا". ممتا يا ممت وارو چوي ته هي ۽ به منهنجو هي ۽ به منهنجو يا جنهنکي "اهم" جو خيال هجي يعني جو چوي ته آهيان ئي آءٌ، تنهنڪري ممتا معنيٰ خودي يا اهنڪار به آهي. مگن = ٽٻيل، ٻڏل (آنند ۾) سنسڪرت "مگن - ڌاتو - مسج" ٽٻي ڏيڻ؛ ٻڏڻ. آتم = آتما. سوُر - سورٻه، سورج، سنسڪرت (ڌاتو - "سو" - ڄڻڻ، پيدا ڪرڻ - سڀ پيدائش سورج جي ڪري ٿئي ٿي تنهنڪري اهو نالو پيو اٿس). اڀيو - چاڙهيو. نرڀيءَ = ڊپ کان رهت (نر = سواءِ × ڀي = ڊڄڻ، ڀيه = ڊپ). نگارو - نغارو، نقارو. اڪٿ = ڪٿڻ يا بيان ڪري ڪانسواءِ، جو بيان ڪري نه سگهجي.

ڀڳڙي کي ڀاڻهڻ ڄمي ڀاڳوان ڀارو،
مٽيو ڇڏهڻ جي مَن مون اوهيا انڌارو،
چاڙهي جڳ سارو، چمڪار چيڪن جو.

٢- سامي سدائي، ٿي وڃي ڪنگري ڪرتار جي،
ورلي ڪٿهن چوڪيءَ کي سمجهه ۾ آئي،
ڇڏهن گرو ڪرپا ڪري ٻولي ٻدائي،
وڃائي وائي، سي ڳتي ڀاڳو ڪندا سان.

٣- انتي ٻهر وڃي، ٿي مرلي مَن موهن جي،
ٻڌي ٻن ڪنن سان سامي ڪين رڄي،
توڙي پران تجي، ڏان ٻي ڏن ڏيان ۾.

## آتم گيان

١- ٻدا آتم گيان، مهت نه مٿي مَن جي،
توڙي سڀ ساڌن ڪري پڙهي ويد پران،

---

پارو = پاري، رڏو. چمتڪار = اچرج. ڪنگري = هڪ قسم جو سرندو (هندستاني لفظ) رڄي = ڏاڍي. تجي = ڇڏي. پراڻ تجڻ = ساهه ڇڏڻ، مرڻ.
(١) آتم - آتما (٢) پنهنجو. آتم گيان = پنهنجي ڄاڻ، خود شناسي. ويدن پران = ويد ۽ پران (شاستر).

ڪيها ۽ پکوان، ارجن کي ائين چيو.

٢. جڏهن کي آتم گيان، سامي ٿئو سڌڪرو ۽

متيو ٿڏهن جي من مون اوديا جو اڀمان؛

چيتي ۽ ڪنچن ۽ سم ٿسي پکوان ۽

جاڻي سڀ جهان؛ چمتڪار چيتن جو.

٣. اوديا جو آپاءُ ڪوڙهي آتم گيان ري ۽

پرتيت ڪر ساڻ سامي سڀ سماءُ،

جاڻي ايسر جي جو کي دل مون دنيا ڀاءُ،

ادڙو دلبر داءُ، موتي ايئن ۽ ڪيڏڪي.

## مايا

١. مهما پرڀل جاڻ، مايا مڪموبن جي،

سامي سيڪڏهين جو جڏهن ڀلائيو ڀاڻ،

ساکي رهي ساڻ، سو نظر اچي ڪيڏڪي.

---

ارجن = نالو هڪ پانڊو جو [ارجن معني صاف، جو اندر ٻاهر صفا هجي]. چيتي = ڪيلي، ماڪوڙي. ڪنچن = هاٿي. سم = برابر، هڪجهڙو. اوديا = اگيان [ود = جاڻڻ]. پرتيت = ويساهه. ايسر = ايشور. دنيا ڀاءُ = ڀائي جو خيال. داءُ = وجهه، وارو، گهمرو.

٢- مايا ڦاٿلو، سامي موڙي مون کي،
ڌاڳا ڏسي ڏوڙي ۽ ڏوڙون ڏکڙا جو،
ڳڻي ليکي ڏه ڪر ۽ سڀئي سمجهه آيو،
سڳر سمجهايو، تڏهن سمجهي سرجهو پاڻ سان.

٣- ڪٿي خلق الڳي، مايا موهه ممت سان،
مرگه ترشنا جي جل ۾ وهي سڀ وهندي،
ورلي ڪنهن ڪرمڪ لڳي ڪرپا سان ڪڍندي،
پانڌيڙ جنهن پڄندي، پهچڻي ڪيا وس پاڻهنجي.

٤- هر هر ڏک کائي، ساري ڦٽي جڳ کون،
تنهن جي سروپ کون ڀلي ڀٽڪائي،
سمجهي ڏس سامي چئي منهن موڙهي پائي،
سڌسو سمائي ۽ جي موتي ملي جڳ ڦٽي.

---

مايا = جا نه آهي يعني جا هئجي نه، پر سمجهڻ ۾ اچين اچي ته آهي. [ما — نه + يا — جا، جيڪا] . سرجهڻ= سمجهڻ؛ مرگه ترشنا جو جل — رڃ، اڻ هوند و درياهه يعني هيءَ دنيا [لفظي معنيٰ هرڻ جي اڃ جو پاڻي. رڃ کي پاڻي سمجهي هرڻ اڃ وچان ڊوڙندو آهي] پنج = ڪام ڪروڌ، لوڀ، موهه ۽ اهنڪار. جڳ = سارين جو ميل [جو نيڙ راند ۾] پيهنو. جڳ ڦٽا ته بازي هاري - جڳ جني جا سهڄي سلامت جا ڦٽي سا هاري (شاهه حسين).

# من

١- من ماري مهين، ڪر پريت پريان سان جوڙ ؛
ڇيڙ ٻيا ڌنڌا نام سان خوشيءَ مچائون ڪوڙ ؛
پورن جهڙو ٻيو ڪٿي جو پهچائي ڏوڙ ؛
جن مٿي لک ڪروڙ سي ٻي ٻاجهن ري ٻڏي ويا.

٢- من ماري مهين، تيءَ ڪر نمرت نيزا ري ؛
اڳيون ٻجهي تو اڳرو ڀو ساگر ٻا ري ؛
پورن جهڙو ٻئو ڪوئي جو صاحب سڏا ري،
ڏوڙي ڪٿا هزاري، ڏان ٻي ٻاجهن ري ٻڏي ويا.

٣- من ماري مهين تيءَ پريت پرينءَ سان پاءِ
دشمن ڪي دل مون حليمي ملاءِ،
ته سهجي ڪم سڌائي، ستگر سپيٺي ڪري.

٤- من ماري مهين ڪر ڇڏ وڏائي وات،
ٻندا، گيرب ڇڏو ڪرين هوندين ٿان ته حيات

مهين = سنهو. پريان = پرين (ڌڻي). نام = نالو (هرنام يا ڌڻيءَ جو نالو) پورن = ڪامل (ڌڻي) ڏوڙ = پڇاڙي، پرينءَ پر (دنيا کان پار). ڀو ساگر = دنيا لفظي معني هستيءَ جو درياهه. ٻندا = اي ڌڻيءَ جا ٻندا.
گيرب = هٺ، ايمان.

پورن جهڙا پٽو ڦوڙي جو ناٿن جو ناٿ ،
سهڻي ليکي ساٿ، ڏهڻاڪو ستڙ ڏيوڻي سانورو.

٥- من ماري ميهڻن ڪر خودي ڇڏ خيال ،
پچن ري پڪوان جي هاڻي ڪونهي حال ،
اچي ونندو اوچتو ڪڏهن ساعت ڪال ،
پورن جهڙا پٽو چٽي جو لالن جو لال ،
جڏهن ميڙيندو مال ، سي پچن ريءَ پري ويا.

چتاوني ( جڳ فاني )

١- وڏا سڀ لڏي ، سور ٻير سڌسار مون ،
هاٿي گهوڙا پالڪيون لشڪر ڪوٽ ڇڏي ،
تون ويٺين گهر اڏي ، متي جو مسڪان ٿي.

٢- جيڪي جڳ آيا ، سي مرگ نيان مساط ڏي،
پير پيغمبر اوليا ڏاري جن ڪايا ،

---

ڏيوڻي = پهچائي. ناٿن جو ناٿ = خاوندن جو خاوند ستڙ = چڱي ڏاتي. سانورو = سنسڪرت "شياما" اصل نالو سري ڪرشڻ جو (شڪل جو سانورو) ۽ پوءِ معني ٿي محبوب.
چتاوني = چيتاءُ. سور = پهلوان. ٻير = وير، جوڌا.
مرگھ = موت ڏاري جن ڪيا = جن انساني جنم ورتو

تون ڀلين ڪوهه ڀرم ۾ ڦسي من مايا،
درخت جي ڇايا، استر رهندي ڪيترڪي.

٣- دوست مرڻ نه دم، مايا ڀل حڪم جو،
اهي وڏنده اوچتو مها زوراور جم،
ماري جنهن مٽي ڪيو سامي سڀ عالم،
رکي من مرم، جهي وٽ جڳديس کي.

٤- ڪوهه ڪرين ايمان، ڪايا مايا ڪل جو؛
استر رهيو ڪونه ڪو مير ملڪ سلطان،
سمجهي ڏس سامي چئي آئي فاني سڀ جهان،
پائي آتم گيان، ڪلپت کي انڌ رمون.

## ارداس

١- داس ڪري ارداس، ٺڪري ڏاڍا ڌڻ کي،
پوري ڪر ٻاجهه ڪري اها منهنجي آس،
تو بنا ٻي ڀاس، رهي نه رتي جيتري.

---

ڪوهه = ڇو؟ ڇايا = ڇانو، استر = قائم. ڏاڍو سٺا= ٻيهڻ. جم = جم ديوتا، موت. عالم = دنيا. ڀاس = روشني، چانڻ [سنسڪرت ڀاس = چمڪڻ؛ ظاهر ٿيڻ.]

٢. داس ڪري ارداس، اٿئي ڀر اندر ۾،
جلندو ڏسي جڳ کي ستڪي ڀري ساس،
اهي ڪٿ ڪرڻا سان سڀ ڌرتي جي ڌاس،
اها ڀوري آس، سامي ڪر شيوڪ جي.

٣. سامي ڪري سوال، اُو ستگر سوُر کي،
داتا! مڌهڄي هيءَ مون ڪٽي ڪلپت ڪال،
رهي نه رتي ۽ جيترو "هومين" ريکه روال،
اندر ٻاهر لال ۽ ڏسان هن اکين سان.

٤. ڏکا جو کي جڳت ڏکا مون ڏاڍ ڏيکت،
ڏکو ڇاڳا جپ تپ ڏکا رکان رهت ۽
سامي شيوا ٽهل جي مون ۾ ڪانهي مت،
ڀاڳ رکندو ڀت، اهي عجب ڀريئي جي.



سوُر = سورمو، جوڌو. هومين = اهنڪار، خودي [آ ۽ آهيان]. ريکه = ريکا، لکيت، نشان [ڏاڏو لکه-
لکڻ]، روال = ذرڙو. رهت = [سوڌي] هلت.

ڀاڳو ڀڙون — سچل جو رسالو

## مرشد

طالب - تون آهين صاحب صورت جو، هي آهي
غلام تنهنجو

آهي ذوق شوق سهڻا مونکي مدام تنهنجو.
جي آهن اصل اوهانجا سي ڏا وسارجو ميان،
مون تي آهي مقرر سائين سلام تنهنجو.
راتو ڏينهان رُڙ ۾ مڏڙو اداس هيڙو،
رهبر آڻي رسائيو پرين پيام تنهنجو.

مرشد - دلگير تون متان ٿين ڪر دور درد
کي ميان،

اول آخر اسانوت هوندو مقام تنهنجو.
رهه ڪر فدا فڪر کي اميدوار ٿي رهه،
هت هت ڀلين جا ڳاٽجهر آهيان امام تنهنجو.

---

صاحب صورت جو = صورت وارو، نهايت سهڻو. مدام = هميشه، سدائين مونکي ... سلام = تنهنجو سلام مون تي ٻڌل آهي يعني اهو منهنجو فرض آهي. هيڙو = هڏو پرين = اي منهنجا پرين. پيام = پيغام، نياپو؛ مقام = مڪان، جاءِ، هت هت = هن جهان ۽ آخرت ۾. امام = پيشوا (دين جو)

طالب. تون آهين اصل اسانجو، آهيون اسين
سي تنهنجا ؛
آهي قبول ڪلي سڄو ڪلام تنهنجو.

(ڏن). آءُ اصل کون جو آهيان ڪرا، غلام تنهنجو.
جيڪي وعدا ڪياتو ويهي ڪالهه ٻکي مونجهه پيهي ؛
دانهي ڪسيءِ ڏين ديهي ڪن لائن ڪلام تنهنجو.
تنهن ڏي ڏينهن لاڪون ڏائين محنتجو ساهه سڪي
ڏو سائين
پيو اوچتو مونجهائين دل کي ماڏي دام تنهنجو
جن سندرا ٻڪا آهن ساهي ڏن کي ڏونگر
ڏورڻ چاهي
اهو فرض اسانتي آهي سجدو سلام تنهنجو
خوني نيڻ خمار يا ڪڍهن ڏاڙي ڪارڻ ڏاريا

---

ڪلي = سمورو. ڪلام = وچن. لاڪون = ڪان
وٺي (انهيءَ ڏينهن کانوٺي اڄتائين)، دام پارسيءَ ۾ معني
سرڪٽي، جار (سنسڪرت ۾ "دام" معني رسي، نوڙي).
ساهي = مهساڻي. ڏاڙي ڪارڻ = ڏاڙي هڻڻ لاءِ
(محبوب جون خمار ڀريون اکيون عاشق جي دل کي
ڏاڙو هڻن ٿيون). حڪام = حڪم احڪام.

آئي سائينءَ ڏهون وراڻي ٻيا خيال وڃا اُڪاڻي

تون تہ سرور ڏکن سڀاڳي، سچوءَ آهي امام ڏکڻ جو.

ٿل - ڏماڻي ها ڏکڻا! تنهين ڏي ڇيو ڪين ڀالڻا

١- ميري آهيان مندي آهيان بيشڪ بدي آهيان

ڍڪين منهنجا ڀولڻا منهنجي عيب نہ ڦولڻا

٢- پيٺيان پهاري، لڳي آهيان لاري ۽

جوڳي ڏال ڄالڻ، اسان ول هين آوڻا.

٣- يار سچل تون لئي ڪشالي

گهونگهٽ کولڻا ٻهہ ٻهہ ٻولڻا.

(ٿل) نيهن نڀائڻ آيو، سو ٻئي آيو ڪم نہ هٿرس

ڪو ٻيو.

ٻاٽون ڄاڻي ٻاڻ سان اُنءَ تہ لائڻ آيو ۽

ڏهون = ڏانهن، طرف؛ اُڪاڻي = اکري يا پار لنگهي. سرور = سردار، مهندار، اڳوان. تنهين ڏي = توهين تہ. پيٺيان = پيٺي آهيان؛ لاري لڳڻ = پهاري پوڻ؛ ڏال = ساڻ، گهونگهٽ = پردو. ٻهہ ٻهہ = خوشيءَ جو آواز، واهہ واهہ. نڀائڻ = نباهڻ؛ توڙ تاءِ هلائڻ، نروهہ ڪرڻ، [سنسڪرت نر = بلڪل + وهہ = هلائڻ].

عرش منجهاران آئي آيو، ورهه وسائڻ آيو
سوريءَ تي منصور ٿي، سِرَ سر سلهائڻ آيو
مصر جي بازار ۾، سو ملهه وڪامڻ آيو
سچو هن سنسار ۾، سو پير گهمائڻ آيو.

(ڦل) جيڏ آيا پيلي ساڳي سڄڻ جي ڏيهه ڏانهن
مون ٿان ڄاتو وات واهو ٻر موٽي ئي سي هوت هلايا
ڏيهن ٻچاڙون ٻانڌي ٻرين جا ساڻ غريب ڪڍايا
ٻاڻ متائن ڪريان قرباني ليڪن ٿورا جن لايا
اول دلاسا ڏيئي اُنهن هي ٻوءِ پيغام سڻايا
طرف تنهنجي لهي عجيبن سچا سخن فرمايا
اُڪڻ اهائي آهي اسانکي ڏکيا تو ڏيهن لکايا
پيا اسانوٽ هاڻ تهنجا سچو پنڌ سڃايا.

---

منجهارون = منجهان، آئي = لهي. ورهه وسائڻ = برهه (عشق) جي برسات وسائڻ. مصر = ايجپٽ Egypt. مصر جي ملڪ ۾ حضرت يوسف کي سندس ڀائرن وڪڻي ڇڏيو هو. مطلب ته هيءُ اهوئي ساڳيو مرشد آهي جو منصور ٿي اچي سوريءَ تي سوار ٿيو هو ۽ اهوئي ساڳيو حضرت يوسف آهي جو ملهه وڪاڻو هو. سلهائڻ = (١) سلائڻ، سل يا سوراخ ڪرائڻ؛ (٢) سمهڻ يا پورو ڪرڻ. ڏانهن = ڏانهن، طرف؛ وات واهو = وات وٺي ويندڙ، رهگذر.

## طالب

رکيون يار جو خيال، ڪر ٿا جو ڳو ميڙين مال
ڏڌ من طالب ڪونجين جڏهن ڇڏين سڀ
جنجال
هلي وٺجي حال کي ڪلي ڇڏج قال
وڃي وٺجي ورهه جي، تو ڪوٺيو ڏئي ڪلال
سچيڏنا سڀ اٿئي جانب جو جمال .

(ڏن) جهڙڪي عشق مولي جو ڏاهي سو ڇڙ جهنگ
جناور آهي
وهم ارادا خيال ڇڏيا وڃي ڳاهه ڏيهه جي ڳاهي
هو جو ڪوٽ هستيءَ جو ميان ٿو ڍهو ڍين ٿو سان ڊاهي
عاشق ڏڏهن ڪوٺجي جڏهن سڀ لاڳاپا لاهي
دوستي ڏاڍون دوست جي ڏڏ ڏاهر نه ڏيو
ڪو ڏاهي

---

حال = حالت، موج مستيءَ جي حالت . ڪلي = سمورو - قال = ڳالهه. ڪلال = شراب جو ڏيندڙ، گڏيوال جناور = جانور، ساهه وارو. ڳاهڻ = ان وانگي ڳاهڻ يا لٽاڙائي صاف ڪرڻ (اسم ڳاهه = لتاڙ). ڍهڻ جو ڪوٽ = هستيءَ جو قلعو، جيڏڻ جو ماندار (يعني پهريائين پڌهنجي هستي ڍاهڻ ڊاهي پاڻ کي نيست يا نابود ڪر).

محبت جي ميدان ۾ جو ڪامل ٿيان ڪاهي
سچو صاحب سڪ وارن کي چاهه مڇيان
ٿيو چاهي

# عشق جي وادي

جي هئين عاشق ته برسر ميڙهين محبت جو وساهه
ساهه جو ساڻگو ڪرين تان پير هڻ پِڙ ۾ ته ڇاهه
پاڻ ڪل قربان ڪر هيءُ دم هٿڙ جي ٿاهي جاهه
آهه ادا، اعتبار ڪر هرش نيهن ۾ هي هواهه
رت رُئڻ راتيان ڏينهان آهي لکيڻ محبوب لاءِ
هي ملڻي سودو سهانگو ڪيڏڪي سر ڪون سواءِ
ڪيڏڪي هوُن هون ٿيو، عمر ڏان و ڏجي اجاهه
هٿن وساري ڏي وطن جاني ته هٿن ڏوکي جڳاهه
هيءُ مهل موچاري آهي پوءِ ڪريندين هاءِ هاءِ
هاءِ هيءُ موٽ ته ايندءِ ويل گذريءُ واءِ واءِ

---

برسر = مٿي تي، مٿان. پِڙ = ميدان، جنگ جو ميدان. هوا = حرص. اُجاءَ = اجائي. ني = هيءُ لفظ گائڻ ۾ آواز کڻڻ لاءِ ڪم آندو آهي. واءِ واءِ = هاءِ افسوس! ڏک جو آواز. [مهل هٿان ويڃي ته پوءِ پڇتائڻو پوندو].

هي حڪايت حال جي ساري وڃي سائينءَ سڄاڻ

سو سچو مرشد سچوءَ جو پير عبدالحق آهه.

(ڪل) عاشق اکيون آڇي ڏسين آهي مڙيوئي
يار ميان

ظاهر زڀائي ٿو ڪريان عجب ڀيڄو اسرار ميان

اعتقاد فردا جو ٿر ڪر اڄ دوست ٿي اظهار ميان

جن کي پسڻ هت پرينءَ جو مت پئي ٿهين
ديدار ميان

سالڪ سڀي ڪي ڏا ڪرين صورت سندو
گلزار ميان

ڏاڍون ڏڪڻ چو ڏين کي آهين تون سپهه سالار ميان

بلبل اول ڪر ڏاڍڪي ڪهت سارو
گلزار ميان

جي تون زليخا جان ٿئين ساڄن سيءَ سڏسار ميان

---

پير عبدالحق = سچل جي مرشد جو نالو- لفظي معني سچي ڌڻي جو ٻانهو. آڇڻ = کولڻ. ڀيڄو = ڇهڙو. فردا = سڀاڻي. بلبل = پوري (جڏهن بلبل گل تي عاشق آهي تڏهن تون به ٿي) زليخان جان = زليخا وانگر (عاشق).

تون ڏان سچوءَ هن ڳالهه کون عاشق نه ڪر
انڪار ميان

جيڪي چيو مرشد توکي آکيم آئي اعتبار ميان
سروپا اهو سا جن وسي ٿي پاڻکون بيزار ميان
آهي وس سچو سڀ يار جو ناهه ڪو اسان
اختيار ميان -

(ٿل) محبت عشق مولا جي گهڻا سي گهوٽ گهايا ها
هزارن ساهه سا تول تئون، گهڻن گهوري گهمايا ها
سون سر ساهه ساڄن لاءِ مٿي سوري سجهايا ها
ورهه جي وات تي ويرن، ڪلهن کون ڪٽ
ڪپايا ها

ڏيو تن ميهڻو موٽڻ تکي ڪڏهن تاو ڏايا ها
متا ميخاني ۾ مستن وٽيءَ جي وٽ وڃايا ها
انهيءَ پڙ ۾ پهلوانن جوشون جيرا جلايا ها

---

سروپا = مٿي کان وٺي پير تائين، هيٺ مٿي. پاڻکون = خوديءَ يا اهنڪار کان. ويرن = پهلوانن. تاو = تيزي، تابش، گرمي. ڏايا = تپايا. ميخاني = گٿو، (مي = شراب + خانه = گهر). وٽيءَ جي وٽ = ڪٽوريءَ يا پياليءَ جي عوض. (وٽ = عوض، بدلي.) پڙ = ميدان (عشق جو)

ڪڏهان جي موج مستيءَ جي آهي ڏن غار آيا ڏ
سٿوري ليڪن جي ڏاتي ڪهڻن سي سر ڪٽوايا ڏ
سچل توڻ ڦي صدق تن تون جدي مي رنگ
وڃايا ها.

(ڦل) ڊوار چوُ ڏيجوميءَ اڄ ڪي صحبت اچن ڦا؟
مون دت ڏمڪيءَ جو ڀرين حال ڪي پڇن ڦا؟
هن ٻار ڏي اچط جو چوُ ڪي سجط چون ڦا؟
ڀرين آهن پڻگ ۾ ڪي ويڙهي ڀانهجي وسن ڦا؟
سچوءَ جي ڀي سڪ لهط لاءِ قاصد هوڏي ڪين ڦا؟

## برهم

(ڦل) ڪٺهڪي مان چرند پس حال ڙي هوڏيون
پيچي پنهل مون سان ڏيون هليو ويو.

١- درې منجهاران دوست ڏڏوسون
لالط ليڙو پايون هليو ويو
٢- سيڻگا برڇون ڪان مٿن ۾
سيني اندر سٽڪايون هليو ويو.

---

سٿووي = اڙي اوهين ٻڌو. گنوايا = وڃايا.
صدق = صدقي ، قربان. سيڱه = ڪمان. ڪان = تير.
سٽڪائڻ = زور سان سٽڻ يا هڻڻ.

٣- ڏمر ٻره، دي ٻاري ڏارو ٻل
ڌونهان ڌرڌ ڌکايون هليو ويو

٤- آءٌ ڇا ڇاڻان ذات ڇتن جي
ڪرهل ڪيچ قطاريون هليو ويو

٥- ڪاٺهي ڪاٺ ڪهڻ جي سچل ڪي
آترڻ ڌوست اُجاريون هليو ويو.

## وحدت جي وادي

ڀاڻ تہ آهيان پاڪ ڀرڪي ڏيکهڻ هت گذاريان ڏو
سا ڳيوئي سو رانجهو آهيان ظاهر ليکي چاڪ

دي = جي. ڪرهل = اٺ. آترڻ = اصل معني گلم، فرش، ڏڏ وغيره پوءِ معنيٰ جنهن تي ويهي يا جنهن جاءِ تي ويهي اٺت هلائجي يا سٿ ڪجي. اجارڻ = صاف ڪرڻ، [اجاڙڻ = ويران ڪرڻ.] پاڪ = ذات پاڪ؛ حق، ڌڻي، خدا. چاڪ = ميهار، رانجهو - (هير جي واسطي رانجهو ڪي ڏينهن ميهار ٿيو هو نہ اصل تخت هزاري جو حاڪم هو. هتي شاعر چوي ٿو تہ، آءٌ اصل رانجهو (بادشاهہ) آهيان، مگر ڏسڻ ۾ ميهار ٿو اچان يعني اصل ڌڻي پاڪ آهيان مگر انساني جامي ۾ گولو ٿيو پيا نڀجان).

آهيان آءٌ معشوق مٺڙن جو موٽي ٿيس مشتاق
آهيان آءٌ خوشحال هميشه من غمزي ڪيس غمناڪ
ڪاڙهيائين زهر پيالو ظاهر ڪاڙهيائين ٿيان ترياق
سڄڻ آهي وصال سنئون ڪاٿي فلڪ فراق .

(ٿل) اهو ويو هاڻي ڪاڏي جڏهن سڄڻ ڏانءُ سڏايو
مڪريءَ مذهبون ٿيو ڪل پيدا مذهن ڪري
بيٺو ماڏي

سڌ نه پئي طرف اُنهين جي جان جسو ويو جاڏي
اُهو هاءِ ٿو اُهو چئي ٿو ڪوشو ڪيو وڃي ڪاڏي
ڏيهه ڏاڏا ڏٺو اڳ نه ڏٺو سين ٻهڪ ڪئي پڙ ڏاڏي
ڏانءُ سچل جو ويو اوڏاهين طلب وئي پئي ڏاڏي .

(ٿل) ٻت تا ڪير هئاس هت ٿي آيس ڪير، نه ڄاڻان
ڏانءُ پيو هت هو مذهبن جو هِت پئي ڏانءُ ٿياس

مٺڙن = مٺڙي، سيني . مشتاق = عاشق اصل معني "شوق وارو." غمزي = ناز ڀري نظر . غمناڪ = غمگين . ترياق = زهر جي اثر ٽارڻ جي دوا . فلڪ = [١] بند، زنجير . [٢] فرق، ويڇو، وٿي . ماڏي = مون ڏانهن .
جاڏي = جيڏانهن . تاڏي = تيڏانهن .

اُهو ئي هو مت محبوب جي ڪڏهن تان
خواهش ڪيائس
مُت ٿيس معشوقي، هو مت عاشق ٿي آيائس
هي هي ڏئي مت ڪانڪا مت محبوب جو ڏئي پيغام
سچو سارو سچ ٿيو ۽ ڇون آءٌ وياس.
(ٽُل) اهو اٿم ارمان ڇا محبوبان مت ڇا ٿي آيس
ڇاڪر ٿيس ٻچاڙي ڇاڪون ڏاڙهوس صحيح سلطان
ڏوس ڏاڏا ڏيس الهي، هو مت تان ٿيس ناڏان
ڪوئي ڇاڙي ڪوئي سچاڪي اهو مرديءَ جو ميدان
ٻحر اڳاڌ جو لهر لڳايو ٿيو طرح تو ٻِن طوفان
اصلون ساڙ وٺي مت آيس سو رن جو سامان
هڪ ڪهر ڪون ٿي ٻي ڪهر آيس محض مهمان
ٻحر اُتون لهر اپي ٿي موتي ٿيو مهران
سچو ڪي ڪيو ساعت حيرت هن حيران.

آءٌ = آءٌ پڻو، خودي، اهنڪار. اڳاڌ = اونهو، اٿاهه (سنسڪرت أ = نه + ڳاڌ = جاءِ، هٿ.) محض = رڳو، فقط. اُتون = اڌان، مٿان. اُپي ٿي = نڪري ٿي.

# ساڌن ۽ سنتن جي مهما

اهڙا ساڌ ۽ شال ملن، اهڙا سڄڻ مان ملن
تن من ۾ ڀڄ ڀاونا .

نيڌهن ٻرو ٻيڙ ڪٺي ورهي ٿا وهسن ،
اٺئي پهر اندر ۾ ٿا پرينءَ کي پسن ،
نرلوڀي برهه ڀنا محبت منجهه مگن ،
اهڙا سچا سپرين کي لڪن منجهه ليهن ،
نيڌهن نماهو پريمي پڪا سچي سڪ منجهن ،
پٺي پيرن ان جي ڪريان اکين منجهه انجن
ڏارون پسڻ پرينءَ جي طمع ڏاهي تن
جتي وهن سنت سڀئي سي اسٿل ٿا سوهن
سمدرشٽي نرمل نيهي تن کي ٿو سيو نيڻ ڏرن
درشن ڏيئي دل جا ٿا پنڌگهر پاپ هرن

---

ڀڄ = ڀڄون، گهٽي . ڀاونا = چاهه، خيال، نيت .
ورهي = ورهه يا برهه وارا، عاشق . وهسن = خوش ٿين -
(و = گهڻو، بلڪل + هس = هسڻ، کلڻ .) پٺي = خاڪ،
ڌوڙ . انجن = سرمون . اسٿل = جايون، ماڳ . سمدرشٽي
= هڪ اک ڪندڙ؛ سڀني کي هڪجهڙو ڪري سمجهندڙ .
هرن = ڪٺي وڃن .

سنت سنيهي اڳڙ اهي ٿا محبت محل اٽان
دليون درد وندن جون، اُو ٿا ڪو ٻڌ سار، ڪڍن
هڪ رام رکيائون رديءَ منهه، غم ڀڃائي ڦٽيءَ ڇڏن
دلپت سنيهي سپرين موٽڪي ڇڏي وڃن نچن.

[ٿل] دوري هميشه رام سان ڪي سنت ڪيلن ٿا سدا
جيءَ پنهنجي پيءُ تون گهور ڏين ٿا تن مٿن فدا
تن جا رتا جاما جگر، رنگ رام جي ڳوڙها ٿيا
وٺي ٻرهه پي پريت سان الجا نين مخمور ٿيا
سر ڦٽيءَ ٿا ٻت ٿيا ڪر شبد سورئي تي چڙهيا
سرت ساڏي سوار ٿيا ساڄن ملي ڇڏ جيون ڪڙيا
راتيان ڏينهان رام سان ڌن ڌيان ۾ محڪم ٿيا
تحقيق ٿريا سي وسيا دلپت هر همدم ٿيا.

---

رديءَ منهه = هردي يا دل ۾. ڇڏن = ڪن، گهوڙي. هوري = هولي. پيءُ = مٿس، پريتم. مخمور = خمار وارا. جيون = جڳن، وانگر. ٿريا = اها منزل جنهن ۾ جيو آتما ۽ پرماتما ملي هڪ ٿي وڃن. هر = هريءَ سان. همدم = دل ڏئي، گهرا دوست؛ (ٻنهي ڏي معني سنڀيو ساهه کڻندڙ.)

# عشق جي وادي

سرتيون سچيءَ ڏين سان سنگ مون ڪاڏهون ڪيائون
ڪاڏهون مون ڪيائون ڏيڏهن سان لڳيون مون لائون

١- وڳا ڏيٺي ورهه جا سک سڀئي ٻڌائون
اڏيون آڳي عشق جو موڪي ڏاڏوڻ وڏائون

٢- سورن سندا سات ڪري ڏڪر ڏاجو ڏائون
ڏڪي مٺيا او هوت سان چولي چير چٽيائون

٣- وڃي مرن مامري کٽي ڪوندر ڪٽي ٻائون
ماڪمت سندي ماڳر مدهدجو مهڙو اڏيائون

٤- ڪيون هيم ڪيچن سان جيڪي سڪ سڪائون
مٺي ماڃو ماڙهي ڏانهن ڏيڏهون مٺي مڪائون

٥- لڳهي ٻيئون عرش ڪون مدهڌجي اندر دون آهون
روحن ڏڪي روئي ڏاو مدهڌجي درد سندا يون ڏاڍهون
معيون ڏيٺي، ماءُ! موڪي مڪر مدا هون
دلبرت طلب جن جي آهي ويدن ٻيس ڏيڏاهون.

---

ڪاڏهون = ڪڏانهن. چوائڻ = چلائمان ڪرڻ،
ڏڪڻ، اُچلڻ. مامرو = معاملو. مهاڙو = اها جاءِ
جتي گهوٽ ڪنوار ودانءَ ڪا ڦيرو ٻهريان اورا ڏيئون گڏ
رهن. هاڙهو = نالو جبل جو. مڪرم = منع، روڪ.

(ٽِل) ماڻهون منهنجا سڄڻ شال اُڪيرون ايندا
اُڪيرون ايندا تہ مان وٽ ويٺا ٿي وڌندا

۱- پڙٽيون ڪن تہ پڳ ريون منهنجون کچون
ڪن تہ ڪندا
ڏکڙ ڀريا مون سڄڻ شال وڪڻي نہ ويندا

۲- ڪوسا ٿي تہ ڪٿي مين مانڪي ڏو راهو ڏي ڏيندا
اکيون ڏاتو ڏيڏهن جو شال نباهيو ڏيندا

۳- حجب منهنجي هوڻن ٿا ٿيا ڪوهہ پڄهندا
سو رن ڀائي سڄڻن ڀا ٽيهي ڀير ٻري پڄهندا

۴- اڱڻ اچي ويٺا ويهي اکيون ڏار ڏيندا
دلپت سدا سڄڻ مون سان اوروڻ اوريندا

[ٽِل] شال هير اڱڻ ايندا
ٿِتن ڏيڏهن ڀريا ڪٽي سڄڻ شال هير اڱڻ ايندا

---

ماڻهون = مون ڏانهن. اڪيرون = سڪ مان.
پڙٽيون = گهٽتايون. کچون = ڪچا ڪم، عيب.
ڪن نہ ڪرڻ = نہ ٻڌڻ، ڌيان ۾ نہ آڻڻ. ڪوسو = گرم،
ڪاوڙيل. وڪڻي = بزار ٿي. حجب = حجت.
پڄهندا = ٻڌندا، سمجهندا. اوروڻ اورڻ ≠ احوال ٻڌائڻ
[سڪ مان]. هير = هنگر، هنوقت.

منهنجي اڱڻ ايندا راول روح رچندا

١. ويڙهيچل وطن ٿا اهن شال واڳون وارِيندا
واعدا وصل جا ڏيرن شال منهنجا ڏارِيندا

٢. ٻڪي ٻيهي ٻرٽ سان ٻڙين ڏاڍين ڏهين ٻچيندا
رکي منهنجين هٿڙا منهنجي سڙن سڪ لهندا

٣. عجيب اهي اکير سان موتيسان او رون اوريندا
ڪسون ڪٽ فراق جا منهنجي قلبون کوريندا

٣. آريون عاشقن جون سي سياڄا سهندا
ويهي مڪتب عشق جي منهنجا سبق سڪيندا

٥. ٿي ڪر وڇوڙا سور سينڌي اهو لشڪر لٿيندا
جانب منهنجي جي در اچي او طاق اٿيندا!

٦. ڳجھون ڳالهيون اندر سندڙيون صحيح سي سلندا،
دلبر اچي داڻيون جانيون محبت موٽي ملندا.

---

روح رچندا = دل کي وٺندڙ، ويڙهيچل = محبوب (اصل معني ويڙهه يا جهنگ ۾ رهندڙ، جهانگي) واڳون وارڻ = موٽي اچڻ (وهٽ جون واڳون وارڻ) ٻڪي = ٻڪي يا گهڙ ۾. ٻاڍو ميون = مشڪي، مرڪي (ٻاڍو هڻ = مرڪ). قلبون کوريندا = دل ڏاڍي لاهيندا. کورڻ = کپڻ، ويڙهڻ). آريون = آرا، انگل.

(ٿل) ڪڏهن ڪي سڄڻ پس آهر اندر جي،
ڪڏهن ڪي سڄڻ پس ٻاهر ٻرڻ جي،
نيڻن ٿورڙي مونکي نسگر ڏيو

١- عشق اڻانگ راهه وڃڻيءَ جو،
سانگ ڪيترس ڏکن ڏڏيءَ جو،
جي جانب لاءِ جوڳي ڪيو

٢- ڪاڻ ڪيچڙن جي ٿيهر ڏوريندي پس،
سوُر سانگي ڪري وندر وورڙيندي پس،
هوَ جو هٺي هاڃو هڻڻ وڻي ويو

٣. جهلي ڀلي جيڏيون ڪڏهنجي ڏ رهندي پس
طعنا مهڻا سڀ سر تي سهندي پس
منکي جوءِ جانب جو ڪوڏس ڏيو

٤. عشق اڻانگو جي پڻ چاڙم

---

(١) نسگ = پيڙ = درد (جنهن ۾ ماڻهو پيڙجي). نرسنگي ۽ بي ڊپو. بيخيالو. (٢) سانگ = ڪن پري، الڳ. سانگ ≠ مانگو، خيال. ڏکن ڏڏي = جهنگي ڏکن ڏهي چڏيو هجي، ڏکويل. وندر ≠ نالو نديءَ جو (ڪراچيءَ جي ٻرپان سرنما اڻي جي ويجهو). وورڙ ± گولڻ. جوءِ = جاءِ، ماڳ.

پيچرا پريت جو هوند پڇيل نه پاڻ
هوند پُور پرين جي نه پيچرڻ پيو

٥- ڏام ٻره جي ڏاري ڏاروهل
اهي اندر ۾ لائي ٿا پيي جل
راتيان ٿا پڇهان تڏهن ۾ پيچرڻ پيو

٦- ورهه وڇڙ پيچل ڪيس ويراڳڻ
اکيون اڦاريون اچي اوجاڳن
سهڻ وهڻ موڪي وهه ٿيو

٧- ساڻ سپيرين عشق اڙايس
سورن ڪارڻ چاڪي مان چايس
هاڻي سڪ سچڻ جي ۾ سڙڻ ٿيو.

٨- ڏلپت ڏرسن ڪيس ڏيواڻي
لاهي هليس اڄ لوڪاڻي
ٻاجهون عجيبن پڇهي نه پيو.

[ٿل] سرتيون سي آءُ سڃاڻان جن جڙ ڏنئين ڏٺي جي
١- جن جي ڪارڻ ٿيس جوڳياڻي، لاهي هليس اڄ لوڪاڻي،

---

جل = جلڪو، پچڪو (مصدر - جلڻ). چاڪي = چالاءِ.
پجهي = پڇڙ، سماجهڻ. جڙ = ميخ [محبت جي]. جيءُ = جيءُ ۾ يا اندر ۾.

اڏن را الجا اهڃاڻا، ڀانءِ ڳوليان ڪٿن ؟

٢- معشوقن عشق ڪئي آشنائي، رمز اصل
جي ڪنهن لکائي

ڪنهن رموز هواڻا، ڪيچ ڏانهن ڪاهيان ڪٿن؟

٣- وهمي خيال ڪون ڏي بيزاري، تنهن عجيبن
جي ڪئي اظهاري،

سڀ رهڻين جا پڌراڻا، پري پهچان ڪٿن؟

٤- محبوبن جي آ مشتاقي، اکين ڏيئر آهه اوطاقي،
ان ڏي محبوب سماڻا، ڏور ڏسائيان ڪٿن؟

٥- برهه وڃائي ڀوڙي ڀائي، ور ٽڙ سٽيم ڪاوائي
جر ٿر پنڌن جا ٿاڻا، تنهن لکا ڏيان ڪٿن؟

٦- دلپت ڏڙم دل ۾ پيهي، ڳالهه ڪريان تنهن
ڳجهه جي ڪيهي؟

---

اهڃاڻا = اهڃاڻ نشان. آشنائي = واقفيت، دوستي
[illegible]
وار. ڏسائڻ = ڏس پتو ڏيڻ. جر = جل، پاڻي. ٿر = ٿل
زمين. ٿاڻا = ٿان، استان، مڪان. (ڀيٽيو - "جر، ٿر،
ٿڪر، تلوار، وڻ ٽڻ واڳي مهڪڙي،" شاهه). ڪيهي = ڪهڙي.

سمجھي ڪو هڪ سياڻا، ٻڌي ٻڌايان ڪيترن؟

(قول) ڪيترن ئي عاشق ٿي ٿي نيڻن جي عشق جي آڙ ٻڌا،
لاءِ محبوبن آگر ۾ ڪيهڙن ٻڌو ڪوڻ ڪلهدي ٻدا
ساجن سندي نيڻهن جا ڪاري لڳا تن ۾ تڪا
ڪيترن ئي ڪسندا مکھڙي خوني خنجر جن تي
جهڪيا

ڏرتي ٻٻا تن ڏڙ ڏڍن جي چاڪ چشمن جي ڦٽيا
ڪيترن جيئن، جن مرط من ۾ ڪيا قربن اڏ ڪٽا
سر ڏيڻي سرها ٿيا وڃي شوق سو ريءُ تي چڙهيا
دلپت جدا ٿي جيءَ ڪون مشتاق جاذب سان ڏڙيا.

## درس

جيئن يون مدهدا جاذب آيا جن جي نهو تڙس نيڻهن
١- جاذب ذوق مون ٿيڙا ظاهر، اکيين ڏٺڙم اڏ رڍار
چاڪي آءُ ساهہ سڪايان، موتوڻ راڙيان ڏيڻهن.

آڙهہ = اوڙاهہ، اوٽهي ڪڏ. ڪاري = اڙانگتا، موتمار
لاءِ = لاءِ، واسطي. تڪو = تير جي لوهہ واري مٿاري يا
چهنب. چاڪ = ڦٽ، زخم. جڙيا = جوڙ جي يا گنڍ جي
ويا، مليا. جڙيا = جڙجي يا پيچ ۾ پختا ٿي ويا [جڙڻ
جا جڙي يا گنڍي، ميخ.] اکيين = اکين سان.

٢- عشق آڳر جي ۾ جهڙ لايا، من جا محرم ميگهه ملايا،
ويهي وصل وسايان، محبت سدا ميڻهن .

٣- جن جي ڪارڻ هيس حيراني، اُهي آئم هيءَ جا جاني،
ڇاتيءَ منجهه ڇپايان، ٿي ٻهر ٿيڪاريان ڪٿن ؟

٤. رمز ذاتي صحبح سڃاتي، ڪيٽري عشق اندر اثباتي
ويٺي رانول رائيان، جوڳي اندر هيءَ .

٥- دلپت هيءَ دل ٿي ديواني، دسعون دوسعن
وڃي وڪاڻي؛
وڪي ڪٿن ورايان، دوڻن ڪرن هاڻي هيءَ

وحدت جي وادي

اسين ساڳي اهي آهيون اوڪ ڪري مون مداهون
اهي عجيبون اندر ڀارئون ايهي ڌرهرسند يون داهيون
اسان عجيبن اصلون آهي، سا ان ۾ اڳيون ڪٿن
لاهيون

---

محرم = ڄاڻو، واقف. ميگهه = ميڻهن. رمز ذاتي =
اصلوڪي ذات واري رمز mystery of essence of being
ڪيٽري = ڪٽي. اثباتي = هستي قائم ڪرڻ جي حالت
[نفي يا ناهه ٿيڻ کان پوءِ جي ثابتي] رانول = راڻل،
محبوب. رائيمان = پرچايان، ريجهايان. دسعون = هڻان.
مناهه = منع، روڪ.

هوت هميشه هنجهه اسانجي هاڪي ڪاڻ هون
ڪيچ ڪيا هيون
ويڇو ونين ڪي اوڏو اکڙين پل نه ڏٺي پراهون
سڀ ۾ تجلي جانب جي ظاهر ڏٺي ڏو عشق
ايهي گواهيون
اندر ٻاهر داڇت اوهي آءٌ تون هڪ نه آهيون.

## ڀائي آسرداس

لاغرض ساڻ لاغم لاشڪ مون نيڻهن لاتو
جيڏيون دعا ڪجو تا نڀهي اڇيم ناتو
هن ٻحر بيحد ۾ ڪاهي ڪنڌي پڄڻ جي
ويٺي ٻرو ڙ ٻلاڄي جنهن وير پير پاتو
ڪڙڪا پون ڪڻن جا، ويرن جي وڪري ڪان
لهرن سندي لڙات ڪان ٻي سڌ نه ڏينهن راتو
واند و ورهه و جهل ڪان هيءَ داهه پل ناهيان
ڏاڍو فراق ڏي ڪيو هڪ انڌڄر پيو آراتو

---

ونيون = اکين جا تارا. لاغرض = بيپرواهه. (لاغم = بنا غم يا ڏک. لاشڪ = بنا شڪ. ٻحر = سمنڊ. ڪڙڪا = آواز راتو = رات. وڄهلڻ = ڏک ۾ گهڙڻ. ارانو= درد، ڏک.

حيلا ڪيا وسيلا ڇت تان ويام ڇيلا
اکڙين سري ڏيڻ ري چارو نہ هو مڃاتو
مشڪل ۾ آهہ مشڪل هي عشق ڏڻ اٺي اڳو
ٿڌهن حال ساڻ مس مس مون تان سڄڻ سڃاتو
هڪ ڇرڪ ساڻ ڇوڙي بندڻ ڇڏي ڇڏايم
ڪاپارُ اڪارو توڙي سٽي سڃاتو
من درد جي دوا لاءِ حاذق طبيب ڳوليم
ڇيا ٿين تہ ڪر ڪري پوءِ ٻي وڃي ڪرياتو
اشرف ڪيوءِ آدم ابليس ڪهڙن ڀڃايءِ ؟

---

ڇيلا = ڇڄڻون، رسا [خيالن جا گهوڙيل]. سري = سسي. چارو = حيلو. بندڻ = جنهن سان ٻڌجي، رسي، نوڙي. ڪاپار = ڪاپاري جي رسي. اڪارو = اڪ جي تاندورن مان ٺهيل نوڙي. سٽي = سوٽلي. سڃاتو = سڃات وڻ جي تاندورن مان ٺهيل نوڙي [وڻڪي ڀاڄيءَ ۾ وجهي هفتو کن ساڙي پوءِ اُنمان تاندورا ڪڍي وٽيندا آهن]. ڪاپارُ سڃاتو = هر طرح جا بندڻ. حاذق = ڀنهر، قابل، ڪاريگر. ڪرياتو = نالو دوا جو. اشرف = معني کان اشراف، نهايت سگهڙ.

ڇي آهه آزمودو رهه عشق ۾ ٻالا تون
لائي ٻره بندي سان ڇو ٻاڌڪي ڇڏايءِ؟
ڇي دل منجهان دئيت جو لاهي ڇڏين اباڻو
عاشق سدا مرڻ ۾ منجهه پرت تو ڏٺن ٿا
ڇي سڪر اتيئي ڇاڏجهه هرگز نه رهه حجا تون
تون ڏو ڪرين ڪرائين بيوس جو ڏوهه ڪهڙو؟
ڇي نفس من نجس جي رت رد ڪٿي نه جا تون
تون پاڪ ۽ ٻو تر هر رنگ ڇو سمائين؟
بي انت جي بيان ۾ ٿي بي زبان ٻا تون
ڏا هي مجال ڪنهنکي قدرت جو ڪيل سمجهڻ
تو ڪجهه ان بحر مان پيتو نه آهي ڏا تون
گستاخ ٿي نه گولا پڇ ڳجهه ڇڏي ضمر ڪر

ابليس = شيطان [بنيادي معني جو ٽٽيءَ جو ٻاجهه
کان نا اميد ٿيو ] ٻالا تو = ڦاٻو، سوگهو. ڇڏايءِ = لڪايءِ.
دئيت = ٻمائي [ٻاڌڪي هڪلو ٽٽيءَ کي ٻيو ڪري
سمجهڻ ] اباڻو = ڪرڻو [عربي — اباد ]- مدام = سداءِ
نفس = ٻاڻ (Lower self, as opposed to higher self)
نجس = نگرو، نياڳو. بحر = سمنڊ.

آهي عيان تنهنجو هت روزنامو ڪاتو
آهيم اميد تنهنجي مڃيو مون سچي ملڪ مي
چي ڪئين ڪيو، ادب رکي آسو لڳيم آتو.

بيدل فقير جو ڪلام
ڀاڱو ڇهون

# ڪامل مرشد

۱. ڏالي آهن آدمي ڏٺ معني ۾ مولي،
سچا ڳڙ سائين جي عبادت اولا،
اولا ڳين سو لاءِ سدا هٿون اُنجي.
۲. ڏالي آهن آدمي ڏٺ سراپا سبحان،
برتر آهه بيان، تنهين جو تقدير ڪون.

عيان = پڌرو. ظاهر. روزنامو = ڪتاب جنهن ۾ سڄي ڏينهن جي اُپت ۽ کپت جو حساب رکجي.
ڪاتو = کنڊو. مطلب ته جيڪي روز مره عيب ثواب ڪجن ٿا سي اسانجي ذالي ڏڻي وٽ لکجن پيا.
آسو = ڀائي آسرداس (سامي جي سلوڪن ۾ ته هنجا ڪي سلوڪ پهل آهن. هو ڀائي دلپترام صوفي جو گرو هو). معني ۾ = حقيقت ڪري. اولا = اولي، ڏکي. سراپا = مٿي کان وٺي پيرن تاءِ، سڄائي ۽ سمورا. برتر = وڌيڪ مٿي. تقدير = قسمت.

٣. مرد نہ مرن ڪڏهين سکيو ٿيا سڀاڳان ،
عالم تي احسان ، ڪوڙين ڀيٽين اُنجو .
٤. ڪوڙين ڀيٽين انجو دم مٿي هيٺن ،
ٻيهي جهانن ۾ دو ويچارن واهرو .
٥. هو ويچارن واهرو شارڪ تون ڇڏ شڪ ،
لاهوتي ٿيا حق ، ڏالي آهن آدمي .

(ڏل) عالم ليکي آدمي آءِ آهيان اسرار
عرشون اچي اٿي عشق ڪيس اظهار
ڏانهپ ڀولي ڏاهر ڪا نور آهيان نروار
ڪين ڀلي ٿي قرب ۾ هند و مومن ڪار
بيدل بند و ڏاهين تون آڳهه اهو اعتبار .

(ڏل) عشق جو ڏس اسرار سڀ صورت ۾ يار سمايو
١. يار يڪ نور ڪاڻ ظهوري سوين ڪري سينگار
ڀاڻ ڀوين ڪثرت ۾ آيو

ڪوڙين ڀيٽين = ڪروڙن ڀيٽن سان (يعني جڳهه جهان تي احسان ڪرڻ لاءِ هنڪي بيشمار دفعا آهن). واهرو = واهر يا مدد ڪندڙ. شارڪ- شڪ ڪندڙ، ڏڪي سان ٻئي کي شريڪ ڄاڻڻ وارو، شڪي. اٿي = مٿي. يڪ نور = اڪيلو، ڇڙهو، بي مثل ظهوري = پڌرائي Manifestation

٢. ڪثرت همه جو ٻاڻ ڏٺائين عاشق ڪر اعتبار
هر جاءِ يار تماشو لايو

٣. اٿندي ويهندي هرندي ٻڌندي ڪن رکي ٿي تڪرار
سو ر سان صفا سچو ڪرايو

٤. بيدل ڇڏ تون هٿون هرگز وحدت جو واپار
سالڪ ٿي هي خيال سمايو.

(ٿل) يار تون ته جو آهين سو آهين
جاءِ بجاءِ تو جهاتي پاتي ڪا ٻي ڪجهه ناهين
حاضر ناظر هر رنگ ۾ هر جاءِ ڏسم عجائب ڏاهين
نان ۽ نشان ۾ نهڪي جو ڪوئي سهسين نام سڏائين
ڪاٿي حسن جو جامو پهري صورت ۾ سمائين
ڪاٿي لاهي لاڳاپا لالن پير پڳ رڙو پائين
ڪاٿي بيدل ٿي عالم ۾ پنهنجي ذات ڇپائين.

---

سونهن سينگار ڪري = طرح طرح جا روپ ڌاري. ڪثرت = گهڻائي. همه = سڀ. تڪرار = ٻڌا شڪ، ٻڪ سان، سچو. سالڪ = (ڏٺي جي) مارڳ يا واٽ ۾ هلندڙ (سلوڪ ۾ سلڪ = واٽ، رستو). سهسين = هزارين. حسن جو جامو پهري = سهڻو جسم ڌاري.

## خود شناسي

١. ڳولا ڪرين جنهن جي سو تون آهين پاڻ،
پاڻ ڪنا پاسي ڪيو توکي تنهنجي ڄاڻ،
پنهنجو پاڻ سڃاڻ، تون ٿان ناهين آڌي.

٢. ڳولا ڪرين جنهن جي سوئي تون سلطان،
پڇي پس تون پاڻ ۾ پنهنجو سر سڃاڻ،
ناحق ٿڪين نادان، ليڪا وجهي لوڪ ۾.

٣. ڳولا ڪرين جنهن جي سائين تون سوئي،
جي پاڻ پروڙين پنهنجو ته ناهين ٻيو ڪوئي،
هي ۽ هو هڪ ڪوئي، سڀ پرائو سمجهه تون.

(ڦل) پاڻ پنهون تون آهين ڪيچ وڃين ڇو ڪاهين

١. صاحب آهين ڪيچ وڻن جو پرت ڇو ٻاڙڪي ڀائين
٢. "خلق آدم علي صورته" غير خدا ٻيو ناهين
٣. عبديت کي تون احديت ۾ لا ان ڇو نراڙائين
٤. بيدل بندو ناهين هرگز ڇو تو ڪوڙ ڪمائين؟

---

ڪنا = ڪان. سر = راز، ڳجهه. ڪيچ وڻن جو
صاحب = جام پنهون. پرت = ڏوريي، ڪٺي. (سسئي
لاءِ پنهون ڪٺي ٿيو هو). خلق آدم ... = آدم کي
پنهنجي صورت تي خلقيائين. قرآن شريف مان)
عبديت = ٻانهپ، گولپو. احديت = هڪڙائي.

(ٽل) ڪوئي آهيان سو آهيان ٻول ڏي ٻيو ڪو پائيان ن
ويس لبيس هندو مومن جا ڪيئي لاهيان ن
ڪيئي پايان

رنگين رنگين ٻاتين ٻاتين ڏاهر اکين ٿو ڏاهيان
مومل واري ويس ۾ گهوٽ هزارين گهايان
رندن واتون وحدت وارو سارو سو سڻايان
من مظهر ۾ ڪاڻ بهاني بيدل ڏان ڏسٽيايان.

(ٽل) مون سان پڇون ٿا جو پيتم پيو ڙي جهڙيون ن
آءُ ٻڌ هيڙس عقل واري نيڻن نيو نهوڙي جهڙيون
اکيون اٿر ايم هوش رچايم من مستان ٿيو ڙي جهڙيون
موڪي بيخود بي اختيار ڪيفي نيڻن ڪيو
ڙي جهڙيون ن
موج منصوري جوش جڳايو ۽ مردئي جو ويو
ڙي جهڙيون ن

ٻول = رولو، ٻولو، ٻيل. لبيس = لباس، پوشاڪون. ٻاتين ٻاتين = طرح طرح جا. رند = مست. مظهر = اها جاءِ جتي ڪجهه ظاهر ٿئي، تماشگاهه (هيءَ دنيا.) ڪيفي = خمار وارو، مست. موج منصوري = منصور واري موج (جنهن پاڻ کي خود خدا ٿي سمجهائين). ڏئي = ڏيائي.

پاڻئون پاڻسان لنءِ لاتيءَ بيدل پانءَ ۾ پيو
ڙي جيڏيون

(ٽل) ٿي غيب ۾ تون غيب لڌڪهي عيب ٿوائين
طالب ۾ ٿيو طمع سڌ وءِ پيتو شوق شرابون
ڇڏ هستي ۽ گهن مستيءَ سڄ رمز رٻابون
توري ۾ ڪي پيو آهي هلي آءُ حجابون
آهين نور ڪري ظهور ٿي نروار نقابون
پيهي پس حقيقت پنهنجي منهن موڙ ڪتابون
بيدل ڇڏ پاڻيءَ کي ۽ پري لهر حبابون .

(ٽل) ديس ڇڏي پرديس تون آئين وطن ڪيمرو سار
سڀ جماندر جاليو هو جن سان سانگي سي ٽرت سنڀار
توکان عهد ورتائون ڪهڙا پنهنجا وعدا پار
سر ٿيون روز سنڀالين توکي پهل ڪن پڪار

ٿي غيب ... = الاهي اسرار ۾ پاڻ کي غرق ڪر. گهن = وٺ (سرائڪي). توري = توکانسواءِ. حجاب = پردو. ظهور = ظاهري، پڌرائي. نروار = پڌرو، ڪلهل. نقابون = نقاب يا پردي مان. حباب = پاڻيءَ جا ڦوٽا يا ڦوٽا، ڦوڪڙا. جماندر = جم ۽ جنم، حياتي. عهد= وعدو،

ڪثرت وارو قيد ڀڃي تون ٻُرائين جي ٻار
بيدل اُڏڙي وڃ اوڏا اهين ڪونڌر ڪين گذار.

## سڪ

بيڪس ڪاڻ ڀنڀور ۾ آرياڻي تون اچيج
هيءَ جا تنهنجي آسري تنهنجي سار لهيج
ڏماڻي ۽ جي نجهري پيهي حال ٻڌيج
سوز عشق جو سهرين ٻهرو ڪو بخشيج
پنهون هنڌن پنهنجي وحدت وات وٺيج
محويت ڏئي موں ٻرين بيدل کي مدهون ڏيج

---

ڪثرت = گهڻائي (ضد- وحدت = هڪڙائي). هي سڄو جهان ڪثرت آهي. جنهن ۾ طرحين طرحين نام ۽ روپ آهن. بيدل فقير چوي ٿو ته ڪثرت وارو قيد ڀڃي يعني دنيا کان آجو ٿي تون انهن سڄڻن (ڏٺي) جي طرف هل ۽ دنيا ۾ رهي دکن ۾ نه گذار. ٻر = هل. اڏڙي = اُڏامي سنسڪرت- اُت- مٿي + ڏي- اُڏامڻ. ڪونڌر = ڏکر. آرياڻي = آري ڄام، پنهور. نڀرو- پيو نڱو، گهر. ٻهرو = حصو، ڀاڱو محويت = مستيءَ وچڙ جي حالت- يعني اها حالت جنهن ۾ پنهنجي هستي يا مستي جو خيال ميسارجي وڃي، لين ٿيڻ يا ملڻ وچڙ جي حالت.

ڀاڱو ستون بيڪس جو ڪلام

## اباڻن جي اُڪير

(ڏڻ) اباڻن جي اُڪير، راتيون ڏينهن ٿي رڙاري

١. آءٌ هت ماندي ٿي مارن رئي، ڪٿيو ڀيڻن جو ڪير
ساه سنگهارن سنڀاري

٢. قسمت واري ڪيٿ مان ڪيٺون، عمر ڄام امير
ڳاراٽو ٿو ڳاري

٣. اباڻن جي آسري - لوئي ٿڙم ليڙ
ڀت پنوهر جي ڀڙي

٤. بيڪس وس ناهي ويڙهيچن - توڙوان هتي تقدير
ڪير لکئي کي ٽاري.

(ڏڻ) نت نهاريان راهه، اديون اباڻن جي
جيٽڙي ويڙهيچن وساريو جا وطن سان واهه
پن عمر جا باغ باغيچا گلزاريون ڪيون گاهه
ماروئي ماندي قسمت آندي سانگي ساري ساهه
بيڪس قسمت قلم و چه ڙيو اهڙي ڪئي الله.

---

اُڪير = سڪ. سنگهار = ڏٿار (مارو ڏڙا) ڳاراٽو =
ڳارو، دک (مصدر - ڳرڻ) ليڙ = ٿهبارون، تندون ڏارا.
پنوهر = پڪرار، مالدار. ويڙهيچو = ويڙهه يا گهاٽي جهنگ
۾ رهندڙ. توڙون = توڙ يا اصل کان. تقدير = قسمت.

# سڪ ۽ درد

١. آهون ۽ دانهون، وڇوڙيءَ وڌيون ڪيئن

وڏيو ڪس گهگهن جا ٻڌائين ٻانهون،

پنهون اڳاهون، سڏ ڏ سڄي مڇيءَ جا.

٢. ڪيچ ڏ پيچيءَ ڪوڪ، وڇوڙيءَ جو وس ويو

ڦوڙائو فقير کي پنهون ڪاڻ پيو،

لهي ڏينهن ويو، مڇيءَ کي ما ڏاهم.

٣. هڻن ڏ لائق هو ۽ مارڻ مسڪين کي

چوري چڙهي تون جهڙن متان ٻچڙا ئين پو

هڻن ڏ گهربو هو، جو بيڪس کي بيران ڪيو

(ڏل) ماريس وچوڙي ور تون جيءَ جا جيارا جلندي

١. شب روز انتظاري، ڪٽي برهه بيقراري،

اکر اکر ڪريان ٿي زاري دل جي دوا نه ملندي

٢. ماري فراق آهيان ڪوڏم جيڙري ڏا هيان

سگر توسان ڪهڙو سانيان ٻاڏهي توسان هلندي

---

گهگهن = اڏن. اڳاهون = اڳيرو، پري - ڦوڙائو = وڇوڙو - ور = موت - شب روز = رات ڏينهون - جيڙري = جيڙن جي قطار يا شمار - سگر ساهڻ = مائٽي ڇڪڻ -

٣. ڪوڪاڻ ڪريان پڪاريان ٻڏائيان ٿي ٻاڪاريان
توکي اکڙين مدامجهه، وهاريان ڪڍهڪي ڏي سور
سلندي

٤. بيڪس فقير چون ٻاڏاهون ٻڌنديءَ اللهه لڳ آهون
ڀيڳڙط ۾ پڄنديءَ ڦون ٻاڏاهون ٻيا هن جي پوءِ رلندي.

(ڦل) راز محرم دس م يار، آءُ ته پر ڇو ن پاڻ ۾.
١. جو ڪيڏي جائي جد ائي
جو ڪيڏي مونسان بيوفائي
دام مولائي جي ٿهار، آءُ ته پر ڇون ....
٢. حال واقف يار هم دم، ٻاجهه هميشهه هم قدم
دم ٻه هڪڙو ٿي ڏٺ ڏار، آءُ ته پر ڇون....
٣. هي رقيبن راهن ماري
ڏين ۾ طلب ٿڌهنجي ڏاري

ٻاڏائڻ = رڙ ڪرڻ، پڪارڻ. اللهه لڳ = خدا جي واسطي.
ڀيڳڙط = ڀڄون يا گهڻن گڏن وارو (دلبر). ڏاڍون ڏيڻ -
مدد ڪرڻ. راز محرم = ڳجهه جو واقف، حاليائي. هم
دم = گهڙو هو دوست. هم قدم = جو گڏ پير پيري هلي؛
سنگتي. راهه = واٽ. رقيب = نگهبان؛ چاري؛ جاسوس.
ڏاري = ڏاڍ؛ طلب.

اکيون ڏهڪجون گل انار، آءُ ته پرچوان ....

٣. بيڪس بوس ڇا ڪري

جو دم دم ڏول ۾ ٿي مري

تو ڏانءُ صدقي وار وار، آءُ ته پرچون ....

(ڏل) نصيب جنهنجي ڏانهن ويٺي پاليان

ڏامي مثال ڪا ميار اوهان تي

سور هو ڪيٺي وڏن سلهاڙيا ڏاز اڳيان آءٌ ڇا هيان

دم دم ڏاڙي ٿي ديواني ڪڏهنڪان توکي ڇوايان

ڦٽ فراقي چاڪ چڪن ڏا ڪڏهنڪي حال ٻڌايان

بيڪس جيڪو دم آءٌ جيئندي پس ڳڻ ته اوهانجا

ويٺي ڳايان

(ڏل) ڪوهي هوت ٻاجهون ٻيو اجهو

جت ڏير ڏيٺي ويا مٿي ء ڏجهو

آءٌ اوٺي، الله لڳ ڏس ڏي پنهل ويو ڪهڙي دڳ

اتي من ڏاجي ڪو سڱڳي سڄو

---

گل انار = ڏاڙهون ء جي گل و انگر (ڳاڙهيون). وار وار = بار بار، گهڙيءَ گهڙيءَ. سلهاڙڻ = ٻڌڻ، گڏڻ. چاڪ = ڦٽ. چڪڻ = وهڻ، رت روڳ، ڇڏڻ. ڏجهو ڏکڻ = عذاب يا ڏک ڏيڻ (ڏانو ڏهڻ- ساڙڻ). الله لڳ = ڏٺي ء جي واسطي. دڳ = رستو، وات.

ڇو ٿيون جهليو مونکي اڏيون هر ڪا ڏسي
پنهنجون پڌيون

ڇو ٿيون اوهين روح ۾ رهو
ڪو ڪان ڪيان ڪيهان کٽيون رنڊن مٿي
رنڊيس رڙيون

لڳو مرم دلبر جو ڳجهو
نينهن نوري لاچار ڪيو پنهنجي پنهل ڪان ڏار ٿيو

هاڻي جهل جالڻ ٿيو جهنجهو
بيڪس ڇوي هن ٻچڙمون ٿيپي ڏيٺي ڏس لهرمون

هاڻي مرڻ منهنجو ٿو وس ٿيو.

(ٿل) ڪڏهن راضي ٿي ملندين راڻا
ڪاڪ ڪڙ ماڻي ويل و هاڻي ڀيڏگر سڀ ٿيا ڀاڻا
خيال خاطر ڪي بيو ڪو ناهي جاڻيون تڙ ڪي جاڻا
هٿن وسارڻ ناهي لائق سو ڇا يار سياڻا
توري ڪنهن سان ڪندي ڇاٽي منٿي مومل ماڻا
ڇا ڪون راڻا تون رسي وئين سنجهيون سور سماڻا
بيڪس ڇاهي ننهنجي درين وٽن ولي وڪاڻا.

---

ڪيان = ڪريان. ڪيهان = ڪيڪون، رڙيون: رنڊ = وات. ڀاڻا = جايون، مڪان. خاطر = دل.

(ڦل) عشق وارو آزار، وام! بخش اسانکي
پاڻ حبيب پاڻ طبيب برھ ڪيو مٽ بيمار
بيدل بيشڪ ھادي آھي عاشقن آڌار
دين دنيا ناھي گھريو درد ھڪو درڪار
ڪاڻي بيدل ڪاڻي بيڪس ڪاڻي ڪرم پڄاڻ
(ڦل) عشق جهڙو آزار ڪو نہ ڏٺوسين جڳ ۾
دوا درمل ناھي تن جو جنکي برھ ڪيا بيمار
پڇي جهان پنن ڏٺائون ھڪ دوست رکيائون درڪار
مقصود جنھي ڪئي مرداني سوليءَ تي اسوار
بيڪس برھون ڏچ ڀڄر دي روئي زارون زار
(ڦل) - ھِن ھُن بنهي ڪونين ويا سي - پڪي پرت
جي پيا سي

جي ڀار درد غم جا جن سر تي چاڙيا سي

---

حبيب = دوست، محبوب (حب = قرب) جهڙي = جهڙا. مرداني = مڙس ماڻهون، جو ڏا. برھون = برھ سببان. ھن ھن = ھن دنيا ۽ آخرت يعني بنهي جهانن کان. پڪي = پاڳي (پڪو وجهڻ = صورتي وجهڻ. مراد تہ اسانکي پريت نصيب ٿي). چاڙيا سي = کنيا سون. چاڙهڻ = کڻڻ.

وسعت ۾ جي جوت ڀري تون هستيءَ ۾ جي اوت پيهي تون

هستيءَ ۾ جي ڳوٺ ڪري تون سو ريءَ ۾ ڏي سرهاڻياسي

شب روز ڪندي زاري دلدار دل ويچاري

سڄي ڪتي ڏيئي جند ساري. ڪڏهن انڱڻ ۾ اڄ ٿيا سي

بيڪس نه ڪڏهن ۾ اڳڙا سڪندي سوريءَ تي چڙهندا

ڏم ڏم هيءَ سڳڙا ڏرڊا هرگز نه ڪڏهن جهليا سي.



---

جوت = ڏنڪ. هستي = هستيءَ Existance اوت =
اجهو پناهه، پردو (مطلب ته پنهنجي هستي وڃاءِ). ڳوٺ =
ساري. جڏهن چوڻ راند ۾ ساري ماري راند کٽبي آهي تڏهن
تون به هستيءَ جي ساري کڻ يا الاهي هستيءَ جو داءُ
کٽ يعني ڏاڍي جي محبت ۾ اهڙو مست ٿي جو توکي
پنهنجو پاڻ وسري وڃي. اڳڙا = اڳ ندو، انگدو، چڙهندا =
چڙهندو. سگڙا = سگهه، ڪڏهن. ڏرڊا = (دلبر جي) دروازي جو.

## پاڻ سڃاڻ

۱. جي تون صحي سڃاڻين پاڻ، اچي قيمت سندو قطرو،
ڪوري ڪڍ قلوب مان مدائيءَ جو ماڻ،
پوري ٿهارڻ پرکي سندو چڱن چاڻ،
ٿت سائين ٿوئي ساڻ، آهي رات ڏينهن روحل چوي.

۲. صحي سڃاڻج سچ، مڙج م ملامت کون،
کهڙي پنهنجي ڳهت ۾ پرواهي جنهن پچ،
ماري ڪڍج من مون ڪوڙائي جو ڪچ،
رکج پريان جي رچ، رات ڏينهان روحل چوي.

۳. جي لکو آهين ڏان لکڻ، پريان سندي پيچري،
من مون ماڪهو بن جو صحي سڃاڻج پيچ،
ڇڏي جوڙو جڳ، وڃي روحل رچج رنگ ۾.

۴. ڪفر ۽ اسلام ۾ ڏا پرين ابعا پير،
هڪ هندو ٻيا مسلمان ڏيون وچ وڏا ڏون وير،
اندر اوندهه ٿي لهي ڏن ڪي سڃهه چوند وڪير؟

---

قطرو = ڦڙو. قلوب = دل، "قلب" جو جمع آهي مگر سنڌيءَ ۾ واحد ڪري ڪتب آڻيو آهي. ماڻ = ماپو (سنسڪرت ما = ماپڻ) پر- پريعم (سنسڪرت پريه = پيارو). ملامت = الزام، تهمت، غيبت. ڳهت = اندر، دل.
پچ = پير.

ڀر روحل رام ڀرين جو جان ڪهڙي ڏوسون ڪهڙ،
ته رب مڙيئي مڪڙو جنهن ۾ قدر نه قير،
سا ڪاڏي ڪندي ڀير، جا ستي ڪعبي الله ۾.

## عشق

١- جن کي عشق اندر ۾ تن کي اُڃ نه ٻُک،
وحدت منجهه وصال جي ڏا سدا ماڻن سک،
ڏوُر ٿني ٿون ڏک، جي روحل رڏا روح ۾.
٢- پڙهي پڙهو جن، سي عاقل عقل جا ڏٺي،
سي "موتوا" ڏي محبت ۾ ڏا ڀل ڀل ڀرين پسن،
تن تحصيلون تمام ڪيون محب جن جي من،
روحل مٿون تن، لکا حرف حساب جا.
٣. وڄ وهائڻ ڪاڻ چو وجهن ڀي هٿ،
تو کي پٽ پٽيهر پانهنجو وڄ مڙيوئي وٽ،
جنهن ۾ نشو نينهن جو سا ڪا ڪوڏي ڀٽ،

ڪعبو = درگاهه مڪه شريف. پڙهو = پڙهيو، سمجهيو. موتوا ٿي - مري، مات ٿي. ("موتوا" لفظ اصل انهي آيت ۾ ڪم آيل آهي جنهنجو مطلب آهي ته "مرڻ کان اڳي مر"). تحصيل = حاصلات. تمام = پورو. وڄ وهائڻ = سؤد ڪرڻ. وٽ = توٽ.

مُحب مُور م مٽ، توکي سِڪ ۾ ڏيندو سوجهرو،
سچا جوڳي

١. جي ڏنگر، ڇڏي ڏانگا ڏيا تن ڏانگن ڪهڙو ڏنگر،
گنگا ۽ گرنار جو تن ساميئن ڇڏيو سنگر،
ڏکي واهن سگيون ڏکي ڇوڙن ڇنگر،
روحل لکو رنگ ۾ تن لاهوتين الله جو .

٢. جي تن ۾ تيرٿ ڪن، سي گنگا وڃن ڏکوڏڙيا،
تن ساميئن سندي سِڪ جا ڏاڍو ڏهان دل ۾ ڪن،
پيهر سچاتو پر جو لوچي لاهوتين ،
لکو رنگ روحل چوي اندر آديسين ،
کوجي ڪاهوڙين ، وڃي اُنهي ۾ آسڻ ڪيا .



ڀاڳو ڀاڻون

ديوان گل

التجا

ڏٺي مهڙ جا ڪر مُون سان پنهنجو ڪرم،
تو رکجي تنهنجي لطف سان سڀ ڀرم،

---

واهن = وهائڻ . سگي = وڃائڻ جو نڌيو سگهه . گوڏڙيو = گوڏڙي پهريندڙ فقير - لوچي = ڳولي . ڪاهوڙي = هڪ قسم جا جوڳي . ڪرم = ٻاجهه، ديا . لطف = ٻاجهه
ڀرم = لڄ ، عزت (سنسڪرت "سنڀرم") .

جيئن آهہ مونکي اُگهاڙو ڪيو،
ڍڪين تون تہ ڍڪجي اُگهاڙن شرم؛
وڃايم مڙيوئي حال احوال مفت؛
ڀڃندڙ جام ڄاڻي ڀڃجي جم جرم؛
عمر ويئي ڏوهن ۽ ڏاڍن ۾ سڀ،
رهيو ڪونہ ڀاڃي ڏٺي ۽ ري ڏرم؛
مولي مهر سان معاف ڪر سڀ گناہ،
مدائن جو مونکي تو ماري مرم،
هٺي گل الهي ۽ شرم ڪيو شرمندو،
وڌائي اڪين مان تو ڀاڃي ڪرم.

## دنيا جو دور

دور دنيا جي مٿي اي دل ڪيتي آيا ويا؛
سڪندر مٿي سورن سٺي اي دل ڪيتي آيا ويا،
ڪي سوداگر راتيان ڏينهان مداخو وڙ وڪڙ خراب
ڪوڙ دنيا جا ڪٽي اي دل ڪيتي آيا ويا.
ڪن ڪيو ن ٻڌو ڪون ڏيون ڀرپور ٿي ڀاڃي جڏهن،

جام = اي حاڪم. جرم = ڄمار، حياتي. ڀاڃي = ٻچت. ڏرم = چڱو ڪم، ڪج.

ڀور ڀڪي هڏيون مٽي اي دل ڪيئي آيا ويا،
ٻانڊ ڪٺين ٻحر ۾ ٻُڏندا وڃن پاڻيءَ ۾ مٽي؛
ٻيا سڪي پاڻيءَ ۾ لٽي اي دل ڪيئي آيا ويا.
گل حقيقت تو ٻُڌين ڪُوڙي دنيا جي دور جي،
ڪا خبر ڪنهن کي اٿي اي دل ڪيئي آيا ويا.

## نثب

آهي ڏکي ڏوري ۾ آرس اڀاڳي،
سهڻو سڀُر سارو اٿيءَ ٿي سجاڳي؛
ڇوري ڏنڊ طنبور جي ڪر طلب
ريجهي راڄ ڌڻي او لڏندا تو ڪي لاڳي،
جنهن کي سڪ سيني اندر سوز سل ڪيو،
صدا ڌڻيءَ جي سر ڏيو، رُئڻ ڌڻيءَ جي راڳي،
ٻوءِ ٻوڻ ٻاهر ٿي ڪامڻ پڇڻ جي،
توڙي ڪو ڏيئي تو اندر دل داڳي؛
جاڳي جو ستو دل ڌڻي رب کي،

مٽو = اها هوا جا فصل کي ساڙي ڇڏي يا نقصان پهچائي. ٻانڊ = وڻ يا ٻيڙ جو پاڻيءَ ۾ ساڙيو هجي. ٻحر = سمنڊ. راڄ = راجا، حاڪم (ڌڻي). لاڳي = لاڳو، لڳاڳو رکڻ. سل = سور اخ. صدا = دانهن، رڙ.

ٻلي سڄ سهڻين گل سڏڻون جهڙن سڀاڳ .

## ڏڳه مڙس

ٻار کي ٻاري ڪٽن کي مڙس ڏڳه،
راند ۾ ساري ڪٽن کي مڙس ڏڳه،
ڏا رکيو ڪسرت اُڏائن ٻهڙيون،
منجهه دلي ۽ واري ڪٽن کي مڙس ڏڳه،
هيڪلي پنهنجي مٽي ڪاهي رکي،
ان جي هاري ڪٽن کي مڙس ڏڳه؛
لوڪ جي ٻهتان ۽ خواريءَ سندي،
سر مٿي ڪاري ڪٽن کي مڙس ڏڳه؛
جهنگ جو هٽل ۾ وڃائي گل شڪار
پير کي ماري ڪٽن کي مڙس ڏڳه.

ڏڳه = پهلوان. منجهه دليءِ واري ڪٽڻ = واري ۽ سان دلي پيري اها چيٽي ۽ ۾ جهلي مٽي ڪٽڻ اها هڪ قسم جي ڪسرت آهي. ڪاهي = ڏاند تي ڪٽڻ لاءِ ٻوري (انهن اڳ خراران لکيو آهي سا ٻڪي سر ڪٽي مٿي تي رکڻ پهلوان جو ڪم آهي). ٻهتان = خواري، گلا غيبت. جو هٽل = گهاٽو (جهنگ) پير = پيرو . ماري = شڪاري .

# صاحب ايڪ صورتون انيڪ

ڏٺو مون ڪي ڏاهي اشارو اهو
ته آهي سڀت ۾ ته سڀ ڪنهن جهو،
حقيقت پاڻي، صورتون مڙيئي ڪڻن ۾
ڏڪر ڪڻن ۾ وڪرو نه پاڻي ٻيو،
سوئي بحر ۾ آب سوئي نيڙ ۾
سوئي ڪڪر اڏ ۾ ۽ ٻاري ۾ سو،
تفاوت سڀت رنگ ۾ چاش ۾
اڇو ڳاڙهو ڪارو جي ۾ ڏٺي مٺو،
ڪٿڙ ۾ ٿيو ڪارو ڪڙو ٿوهر ۾،
ٿيو ٻوءِ ليمي ۾ ڏس ڪٿڻ ڪٿو،
سڀت رنگ وڪرو سڀت حسن ڏار
ڪٿي گل ڪٿي ڦل ڪٿي واس ٻو،

---

ڏاهو = سياڻو (ڪامل مرشد). سڀت = هرجاءِ، جهو = جهڙو. بحر = سمنڊ. نيڙ = پاڻيءَ جي نهر. اڏ = پاڻيءَ جي ڪسي (ڪوهه جو پاڻي نيسر ۾ پئي پوءِ اڏ يا ڪسيءَ مان لنگهي ٻنين جي ٻارن ۾ وڃي ٿو پوي). وڪرو = الڳ، ڌار.

جي پاڻهين ٿي وحدت ۾ گيان مهو گل
ته هڪ ڏس ، ۾ ڏس پيو ، ۾ ٻه هي ۽ هو.

## محبت

مٺا جي محبت ۾ ماريا ٿي موت ،
وٺن ڄال جيئرا فدا ڪيا ٿي فوت ،
لٽيو جاءِ هڪ مان وهن جاءِ ٻيءَ
هڻن چٽن ڏا ڌاري ڪراڙا ۽ روت،
سدا سبز ساوا هتي پاڙ هتي ،
مڇجهان پاڙ پاڙي ٻيئن اوت اوت ؛
مڇجهان پاڙ پنهنجو پرين ڦول پس ،
آهين ڏوُن توڏهين ڏون ۾ ڏي پهر ڇهو ت.

---

ڄال= گهٽو ، گهٽي ڏاڍ. فوت =موت. ڪراڙا= سارين جا ٻج. روت = جوئر ۽ ٻاجهريءَ جا ٻج. ڦٽندا آهن ته ڌاري اهي هڪ هنڌ ان ڪڍي ٻئي هنڌ هڻندا آهن. اوت اوت = ليٽائي لهٽائي، Trans Plantation ساندهه ليٽائي. جهوت ڏيڻ = ستڪو ڏيڻ ، ڌڪڻ ڌوڙڻ.

پوُرو ٿيو

—·—

هيءُ ڪتاب سنڌ جو ويناڪيل ڪو آپريٽو سوسائٽي حيدرآباد وٽان ملي سگهندو.



نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورهہ ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ کيڙو، تعلقہ رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محلہ، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

اڻ ڇپيل ڪتاب

ڌرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع

سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع

برهہ منجهارا ٻوند (شاعري) 2022ع

صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

موبائل نمبر : 0344 – 3919786

0300 – 3404488

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com





# سورهه سنڌي ادب




## صاحب خان سورهه ميراڻي


Cell No: 0344 3919786
0300 3404488